# سٽا


| نمبر | ڪهاڻي | چتر | صفحو |
|---|---|---|---|
| ١- | پہ واٽو | قيس ابڙو | ٩ |
| ٢- | سوريءَ منڍي سمج | سارنگ | ٢٣ |
| ٣- | عنوان بنا | طارق عالم | ٣٧ |
| ۴- | واٽ ڀرائي | قيس ابڙو | ۴٩ |
| ٥- | چوٽي جٽيٺم | منصور عالم | ٥٩ |
| ٦- | ڀاهر ڀاڳ نہ نڪري | سارنگ | ٦٧ |
| ٧- | موت کي آهہ اميد الله پر | قيس ابڙو | ٨١ |
| ٨- | تنهنجي ڪارڻ سهڻا سهرين | فتاح | ٩٣ |
| ٩- | مٺي ڀڄاڻا | رضوان | ١٠٥ |
| ١٠- | ڀڙدي پويان | طارق عالم | ١١٥ |
| ١١- | گهايل من جي گهايل آس | رضوان | ١٢٣ |
| ١٢- | امرت منجهہ ڪڙاڻ | فتاح | ١٣٧ |

# آڳمڀو آهي.

تنوير جوڻيجو جي ٻارهن ڪهاڻين جي هن مجموعي ”امرت منجهه ڪڙاڻ“ ۾ ڏنل سنّا موجب نمبر ٧، ٩، ١٠ ۽ ١١ واريون ڪهاڻيون بلڪل نڪور آهن ۽ ٽائيٽل ڪهاڻي سميت ٻيون سڀ ڪهاڻيون مختلف رسالن جهڙوڪ: ماهوار سوجهرو، مليبر ڊائجسٽ ۽ ڪلاڪار وغيره ۾ اڳ ڇپيل آهن.

تنوير جوڻيجو جو نالو سنڌي ڪهاڻي ڪيتر ۾ خاص طور، نه ته ڪو نئون آهي ۽ نه ئي ڪو پراڻو پر وٽس جو فن آهي، ان ۾ نه رڳو نواڻ آهي پر هن صديون جهوني سنڌي سماج ۾ عورت سان ٿيندڙ سلوڪ جي حقيقي خارجي داخلي نفسياتي پهلوئن جي فوٽو اسٽيٽ آهي. هـ وءَ آن فوٽو اسٽيٽ کي هوبهو ۽ چٽو اڀارڻ ۾ انهيءَ ڪري به شايد وڌيڪ ڪامياب ويئي آهي جو هوءَ پاڻ عورت جي ناتي ۾ شامل آهي، عورت جيڪا جنم جنم کان هن ڪوڙهيئي سماج کي پنهنجي رت جي ريج سان اڏيندي ۽ ٺاهيندي رهي آهي ان جي موٽ ۾ ڪيس ڇا مليو آهي؟ تنوير جي ڪهاڻين ۾ ان جو عڪس موجود آهي.

آڪم پبلشنگ ايجنسيءَ جو فڪشن تي هي ٽيون ڪتاب آهي، جو نه رڳو مواد جي لحاظ کان پر ڇپائي ۽ سنّا جي ڪري به هڪ نئون ۽ انوکو تجربو آهي. اداري کي اوهان پڙهندڙن جي راءِ جو اوسيئڙو رهندو.

— پبلشرز



## ٻه واڻو

پنهنجي پيار کان وانجهيل ماستا جو روپ به ڪيڏو نه ڪروڌ ڀريو ٿيو ٿو پوي! هوءَ پنهنجي محرومي پنهنجي سدا ملوڪ سدوريءَ تي مڙهڻ کان به نٿي ڪسي. اها محرومي ڪيس ڪير ٿو ڏي، جو پڙهي کان پڙهيءَ تائين الي ڪاٺي وانگيان دکندي ٿي رهي. 'ماءُ ۽، سوٽيءَ ۽' واري چوڻي جوڙيندڙن ڪڏهن انهيءَ ڳالهه جي ڪجهه ۾ پيهي، حقيقت جو حال پروڙڻ جي جاکوڙ ڪئي آهي ته ڪهاڻين جي ڪهاڻين جا ڪلائيمڪس ڇو ٿا مٽجيو وڃن؟ هيءَ ڪهاڻي اهڙن ڪلائيمڪسن جو منڍ به آهي ته پڄاڙي به ان جو ڇيڙو ڪٿي آهي؟!

**اماس** جهڙين ڪارين اکين ۾ ڏکن جا پاڇولا... ڪنهن ٻوڙهيءَ سوچ ۾ گم. نرڙ تي هلڪا هلڪا گهنج، جن ۾ ڪاوڙ جا ڪکر ڊوڙي رهيا آهن، ايئن جيئن وسڻ جي تياري ۾ هجن.

هوا جي چڙواڳ چوهي تي نيٽن جي آڪاس مان پلر جي پالوت تي. ٽم... ٽم. ننڍڙيون ننڍڙيون بوندون سندس ٻلن کي چمنديون ڌرتيءَ جي گود ۾ سنهن لڪائڻ لڳيون.

”مصيبت آ! خبر نہ آهي تہ امان کي مون سان ڪهڙو وير آ. آخر آءٌ بہ تہ سندس ڌيءَ آهيان; بالڪل سگهي، سندس پنهنجو رت، پر امان!!“ سڏڪي خيالن ۾ رنڊڪ وڌي.

ياد آيس ساڱ جو هينئر وارو سپاڱ. نجما جي گهر وڃڻ لاءِ سنبري هئي.

”ڪيڏانهن پئي وڃين ڇوڪري؟“

”امان... هو... نجما جي گهر، سيني ساهيڙين جي پارٽي آ.“

”هون! تہ مومل اوڏانهن وڃڻ لاءِ پئي سنبري. پڇيو ڪنهن ڪان هيئي؟“ ڪهرو ۽ تيز سوال.

”امان، ڇيو هئم ته سنبري پوء توکان پڇنديس!“
هيسيل ۽ هلڪو جواب.
”سنبري پوءِ پڇنديس!!“ امل.
”ڪا ضرورت ڪونهي پرائي گهر وڃڻ جي!“
حڪم ۽ فيصلو.

’هڪ ڏينهن جي ڳالهه هجي ته ٺيڪ آ، پر هي ته روز روز جو قصو آ. بابا جي ته ڇڻ ڪا حيثيت ئي ڪانهي. ڪجهه به ته امان کي نٿو چئي سگهي!!‘
خيالن جي چڪري ڦيرو ڪاڏو.

ياد آيس اهو ڏينهن جڏهن ميٽرڪ جي امتحان ۾ فرسٽ ڪلاس ۾ پاس ٿي هئي.
ڪيترو نه خوشيءَ مان ماڻ کي ٻڌايو هئائين: ”امان مان فرسٽ ڪلاس ۾ پاس ٿيس!“
”ٺهيو ٺهيو ڏاڍا ڦاڙها ماريئه.“ ڪيڏو نه ڪڙو جواب مليو هئس.
”بابا مان ڪاليج ۾ پڙهنديس!“
”ها بابا ها! توکي ضرور ڪاليج ۾ داخلا وٺي ڏبي.“
”ڪاليج ۾ ٿي داخلا وٺي، جو ڪندي اڪ ڪارا، ڪانهي ضرورت.“ هڪ حڪم سان فيصلو ٿي ويو.
’خبر نه آهي ڇو سنهنجي ڪابه خوشي نٿي وڻيس. آخر پيون به ته ماڻرون آهن. فخروءَ جي ماڻ، ساجدا جي ماڻ، نجما جي ماڻ هرڪا ماڻ پنهنجي ڌيءَ جي خوشي ۾ خوش، سنهنجي ڪابه خوشي نٿي آئڙي!!‘

اکڙين جا بادل وسي وسي چپ ٿي ويا آهن. پاسي
پئي ته وري پرجڻ جي تياريءَ ۾ آهن.
'پر سمجهه ۾ نٿو اچيم ته آخر مون سان ڪهڙو
وير پئي پاڙي. ادا حفيظ ۽ رقيا سان ته گهڻو قرب
اٿس ها اهي ته سڀا هوندس ۽ آءٌ نڳي نه!' هڪ
پيرو وري نير نيڻ پڇائڻ لڳس.
"ائي ڇوڪري ڪا مهل لاڪون چنڊا چوڙيو
پئي روئين اهڙو ڪهڙو ڏنب ڏنو اٿيمانءِ. ڪهڙي
وڄ ڪري اٿئي. اهي ناتڪ ڇڏ وڃي ديڳڙو چاڙهه!"
گنديءَ جي ڪنڊ سان اکيون سهڻيندي رڏٽي ڏانهن
آئي. "اهي گهٽ ڏنب آهن." گيهه جي ٽچڪي سندس
پڻ پٽ ڪي اتي ٿي ديڙاتي ڇڏيو.
'وڪ وڪ تي ڪنڊا اڇلائي پوءِ چوي ته روءُ
به نه واڪا به نه ڪر ڇڻ ته ڏاڍا سک ڏنا اٿيئم!ءِ
ديڳڙي ۾ پاڻي وجهندي سوچڻ لڳي.
'نه نگڻ آ نانگڻ... هر ڳالهه تي ٿي ڏنگي. هن
حياتيءَ کان ته ساٺهو ائين ئي پلو!' هڪ ٿڌو ساهه...
'وائي سڪينا ڇو ٿي پنهنجي جهڻ ڳارين، ڏکيا
ڏينهن باقي ٿورا اٿئي. ڪهڙو ڪو اصل لاءِ هت رهڻو
اٿئي؟' ڏيڻ لڳي ڪوڙا دلبا دل کي، پر پائڻ لڳي
مورک من کي.
"پر نه، امان تي گهر مان ڪڍيم! اها ته پانئي

ٿي ته چيچلائي چيچلائي ماريانس."
"رفيق جن کي ته موٽايائين نه!" آيس ياد هڪ
پراڻو ڏينهن...
"لئي سڪينا اڄ سهي سنبري ويهه!" رقيا چيو هئس.
"ڇو؟"
"خبر ائي اڄ رفيق جن تنهنجو سڱ گهرڻ ايندا!"
"ادڻ چو ٿي تنگ ڪرين!" ماٽا ڪندي جواب
ڏنو هئائين.

پوءِ رفيق جي ماءُ آئي هئي.
"ائي ادي چا ٿي پڇين. ننڊپڻ جي ساهيڙي
آهين، تڏهن ٿي ٻڌايانءِ. ڌيءُ سنهنجي آ، سڃاڻانس
مان ٿي. صفا بدافعالي آ تنهنجي سڪيلڌي پٽ جي ته
لائق ٿي ڪانهي!!"
آلين ڪاٺين جو دونهون وڌڻ لڳو. اکين جون
ڪندون وري آليون ٿيڻ لڳيس.
'توبهه آ!' ڦوڪ ڏيندي پڻڪي باهه ٻري وئي.
"پاڻي به ڀانءَ ڀري پيو." ڍڪ لاهيندي چانور
ديگڙي ۾ وڌائين.
"لوڻ پورو اٿس." چکي، ڍڪ ڏئي فرش ڏانهن
نهارڻ لڳي.
ڪوئلي سان آڏيون اڀيون ليڪون ڪڍي پاڻ کي
ان چار ۾ ڦاسائڻ لڳي.
"ٺيڪ آ. ڀلي جيترا ظلم وٺنس ڪري. ظفر کي

تہ ٻڌائي ڇڏيوانم، ڀاڻهي پيڻ کي ٻہ سمجھائي اماڻيندو!"
"رن نياڻي ڪٿي آھين. ديگڙي جا سوسٽ ڪانہ پئي ٻڌين؟"
"ويٺي آھيان نہ ڏسان پئي!"
ديگڙو دم تي رکي ڪاٺيون وسائڻ لڳي. ٻاھہ وسامي وئي... پر ھلڪو دونھون ٻاقي اچا اٿس.
... ... ... ... ... ...
سڪينا پنھنجي ماءُ جي ٽين ڌيءَ آھي. حفيظ وڏو، ٻيو نمبر رقيا ۽ ٽئين نمبر تي سڪينا.
ٻاويھہ ورھيہ اڳ سڪينا جڏھن ڄائي ھئي تہ رقيا ڪيڏو نہ خوش ٿي ھئي، ڇڻ ڪہ ننڍڙو راند يڪو ھٿ اچي ويو ھجيس.
سندس پتڪڙين ٻانھن ۾ ڪاريون ڪنگڻيون ٻارائي حفيظ ڪيڏو نہ خوش ٿيو ھو. ۽ ڪيڏي نہ ٻاٻوھہ منجھان ھنج ۾ کنيو ھئائين.
"منھنجي ادڙي آ." فخر منجھان ٻيءُ کي چيو ھئائين.
"ھا ٻاٻا تنھنجي آ."
"نہ نہ ادڙي منھنجي آ!" رقيا کيٹو ڪيو ھئو.
"ھا پٽ تنھنجي ٻہ آ، ٻنھي جي ادڙي آ." پڻس گود ۾ کڻندي سمجھايو ھئس.
"ٻاڇائي، ٻہ اڪيون ٻہ پيراصل ادا جھڙي!" ٻقينس مرڪندي کيس ماڻس اڳيان ڪيو ھئو.

”هوئين... ها...!“ ماڻس ڏسندي کيس ڏکار مان ڇيو.

”ڇو ڀاڄائي ننڍڙي ڪانءَ وڃيئي ڇا؟“ مڪ تي نفرت جا پاڇولا ڏسي پڇيمس سوال ڪيو.

’ادي ڇا رکيو آ. ڏين ۾ـــ پٽ هجي ته ڪا ڳالهه به هئي!“

”ڇو ڀاڄائي الله جي رحمت آهن نياڻيون!“

”هن!“ هيڻائي وچان نفرت ڀريئي انداز ۾ ڪنڌ کي لوڏو ڏنائين.

’توکي ڪهڙي ڄاڻ... شڪل ڏسي ٻچان ٿي آچيم اوهان تي شڪل وئي اٿس، تيندي به اوهان جهڙي ظالم!!، ماڻس من ئي من ڇيو.

۽ پوءِ کيس اهنج ڏيئي سڪون محسوس ڪندي هئي. شايد اهڙي ريت ئي هن بدلو پئي ورتو.

”پاڻ جهڙي اٿس ته ڀائيندس به گهٽو ئو. هئي پلاند وئندي ماڻس پاڻهي پوندس خبر ته ڪنهن جي حياتي ڳارڻ سڙي ڪينهي!“ ورهين جي ڳالهه به چڻ ته کيس ڪلهوڪي پئي ڀائنجي.

ارڙهن اوڻويهن جي سندر سندر روپ واري نوري جڏهن ڪجلي اکين سان ڪنهن ڏي نهار ڪندي هئي ته ڏسندڙ جي دل اندر ئي ڀبهڙ لڳندي هئي. سندس سهڻا چپ گلاب جي پکڙين مثل هئا، قد بت، ناز انداز، سچ پچ نوري، نوري هئي.

هر وقت سپنن ۾ رهڻ واريءَ نوريءَ کي ته ڇڻ ڪنهن ڇام جو انتظار هو، ڪنهن تماچيءَ جو اوسيئڙو. پوءِ هڪ ڏينهن، ڪيس سندس ڇام، سندس تماچي ڏينهن جي روشنيءَ ۾ نظر آيو.

”شايد سپنو آ.“ هن اکيون مهٽيون.

”نه نه حقيقت آ.“ هن ڇهندي پاتي.

سندس ڇام سندس تماچي رئيس ڏتيبخش جو پٽ هئو جيڪو تازو ولايت مان موٽيو هئو.

”سچ ته نوري تون نور آهين، تنهنجي ڳلن جي لالاڻ مان ته گلاب کي به رنگ مليو آهي. ڏس نوري منهنجي اکين ۾ جهاتي پاءِ، ات تون ئي تون آهين!“

هوءَ پيار جي ڳيتن ۾ گم ٿي وئي. سجاڳ ان ويل ٿي جڏهن سندس مڱڻو ماستر رحيم سان ٿيو جيڪو سندس ئي برادري مان هئو.

ڪيترو نه رُني هئي مڱڻي وقت، پر پوءِ چپ ٿي وئي آخر چوي به ته ڪنهن کي ها؟ ڪير به ته ڪونه هئو جو اندر جو سور سڻي ها؟ من جي آڳ من ۾ ئي جلڻ لڳي ۽ پوءِ جلد ئي ڪنوار بڻجي هوءَ رحيم سان گڏ شهر ۾ آئي.

من جي باهه ٿي ته ڇڻ ڪنهن گاسليٽ وجهي ڇڏيو هوس. آڳ ٻڏي ٻيڻيٽ ٿي پئي. مچ ٻرڻ لڳو پر ڪير به ته ڪونه هئو جو باهه وسائي... چنڊا هٽي. وقت ته اندو آهي ڪنهن جو ڏک ڏسي نه سگهندو آهي

۽ هلندو آهي ڌرتيءَ جي گولي سان.

شهر ۾ رهندي ڪيس حفيظ ڄائو. هوبهو سندس شڪل هئو. ان بعد رقيا ڄڻم ورتو ”هاڻ سئو وجھ اڻم پلاند ڪرڻ جو“ سوچيائين.

”نه... نه هن ڪان آءُ ڪيئن بدلو وٺنديس هي ته منهنجي ڌيءَ آهي. بلڪل سون جهڙي منهنجو ئي پاڇو!“

۽ پوءِ سڪينا ڄائي، ڏسڻ شرط سندس ستل نفرت ڀڙڪ جاڳي.

”پيءُ جهڙي آ... اهڙي ئي ظالم ٿيندي!“ سندس ڌڪار ويتر وڌي جڏهن ڏٺائين ته پيءُ ڪيس گهڻو ڀو پائي.

”ڌيءَ ئي ته چوڻ اها اٿس“ اڪثر سوچيندي هئي.

ننڍڙي سڪينا جڏهن جڏهن هٿ وڌائي گود ۾ اچڻ چاهيندي هئي ته نفرت سان ڪيس ٿيلهو ڏئي ڇڏيندي هئي.

سڪينا جيئن جيئن سانپر ۾ ايندي وئي تيئن تيئن ڪيس ماءُ جي هلت جو احساس ٿيڻ لڳو ۽ ماءُ جي سياءَ تي اندر ۾ وڍ پوندا هئس. پر هيءَ ته اڃاڻ هئي ماءُ جي درد کان بي خبر. ڪيس ته رڳو اهو احساس هئو ته ”آخر امان سون سان ڇو ٿي ڪلور ڪري. سون کي ڇو نٿي پائي. آخر آءُ به ته سندس ڌيءَ آهيان سندس پنهنجو ئي رت!“

... ... ... ... ... ...

اڄ سڪينا خوش هئي تمام گهڻو. خوش ٻه چو نه هجي ها اڄ سندس من جي اندازي آڳر ۾ پريت جا ديپ ٻرئا هئا.

"گيت خوشيءَ جا ڳايان ڙي ڳايان!" هوءَ ڇپن ئي ڇپن ۾ جهونگارڻ لڳي.

"هن... هون... هوش ڪر ڇوڪري. نياڻي نماڻي ايئن ويهي ڳانا ڳائي." ماڻس ڪيس ڏنو مٿي ڪان هيٺ تائين. ڦهر پريل تنقيدي نظرن سان. هوءَ هيسجي وئي.

"امان ادي صفوران آئي آ!"

"ها"

پوءِ هن ڪن لائي دريءَ جي ڪنڊ ڪان ٻڌو،

"ادي منهنجي پيڻ آهين. اصل سچ ٿي چوانءِ ڌيءَ منهنجي آ. سچاڻاس مان ٿي، تو جهڙي سلڇڻي سياڻيءَ سان ڪيئن ٿهندي، توتا ڇيرائيندئي توتا جيئن سون ماءُ ڪي ڇيرايا اٿس!!"

"ادي مڙئي خير آ، ڪٿن منهنجا ڀاڳ ائين نه موتائيم!" صفوران جو آواز هئو.

"ادي هروڀرو زور ٿي ڪرين ته حفيظ پيءُ سان ڳالهائي جواب ڏيندي مانءِ."

رات ٿي پڻس گهر آيو. ماڻس ڪيس ٻڌايو.

"امان سڪينا هيڏانهن ته اچجانءِ!" سندس پيءُ جو آواز هئو.

”جي بابا.“

”پٽ، صفوران آئي هئي تنهنجي ڪاڻ ڇا جواب ڏيونس ؟ “

”جيئن اوهان جي مرضي.“ بابا لڄائيندي جواب ڏنائين.

”هان هان اهو وري ڇا ڪيئه، نياڻيءَ کان ويهي پڇبو آ ؟ “

”زندگي ڪيس گذارڻي آ، اسان ڪي نه!!“

”ڇڻ اسان جي مائٽن به اسان کان پڇيو هئو؟“

...خاموشي...

”ائي ڏسو مائي ڪلجڳ آ ڪلجڳ. جوڏهين صدي شرافت ته وئي آ جڳ مان نڪري، ڇوڪري به وري نخرا ڏيکاري ٿي چوي 'اوهانجي مرضي' شادي جو ڪو شوق اٿس پايان!“

”نوري... نياڻي کي ايترو نه چئه!“

”اڙي ڪهڙا ڏنب ڏنا اٿمانس! سڪينا جي شادي ظفر سان ڪونه ٿيندي“

”آخر ڇو؟“

”منهنجي مرضي. سنهنجي ڌيءَ آ جيئن سٺو ڀائنديس تيئن ڪنديس.“

”ٺيڪ آ، اسان جيڪڏهن تنهنجو فيصلو اهو آ ته پوءِ منهنجو به فيصلو ٻڌي وٺ. آءٌ به ته آخر تنهنجي ڌيءَ آهيان: تنهنجو رت.“

سڪينا چئي ۽ ڀڄڪي. سڪ تي پيرا جا ٻڪيئڙا

پر پکيڙڻ لڳس. تنئوس محسوس ڪرڻ لڳي پاڻي ڍڪ نڙيءَ ۾ وڏائين چڙڪ اهو به اٽڪي پيس.

”ها اما ڏسي ونجانءِ سون کي به... آءٌ به ته تنهنجي ڌيءَ آهيان... تو جيان هٺيلي، منهنجو به فيصلو اٽل آهي!“

۽ پوءِ ٻئي ڏينهن؟

ماڻهن ٻڌو ته سڪينا ڪورٽ ۾ پنهنجي مرضيءَ سان ڳوٺ جي هڪ نوجوان ظفر سان وچي شادي ڪئي.





## سوريءَ سندي سج

جاگيرداريءَ دور جي هن مردن واري سماج ۾ عورت جي حيثيت هڪ سهڻي ڪيڏوڻي مثل آهي. رات جو بستري جي زينت ته ڏينهن جو نوڪرياڻي جي هر روپ ۾، مرد جي هر مانيءَ اڳيان، هردم وڇايل وڇايل. پٽ ڄڻي ڏيندي ته اڃا مڙس کي ڪجهه ملوڪ لڳندي ۽ مالڪن ۾ بڻ مرڪندي، نه ته ڄهڙو ڦٽل ڪوهه، ڪنڊر مثل. ڪير نهاريندس به ڪونه. هي ڪهاڻي هڪ اهڙي اڀلا عورت جي ڪهاڻي آهي، جنهن جي منهن تي سماج ڪارنهن ملي ڇڏي. فطرت جي خوبصورتيءَ کان وانجهيل، بڻ چٺ جي تيز لوساٽ ۾، هوءَ ڪنهن بدروح جيئن ڀٽڪندي رهي. ڪلن جي سيج جي ڪلهنا ۾ سوريءَ جي سيج تي ڦٿڪندي ڇڙهيون هڻندي رهي.

**سونهري** شام جا ڪرڻا اونداهيءَ جي پاتال ۾ پيهي ويا هئا. اونداهيءَ جي پکيڙڻ رات جي لامن ۾ اچي پنهنجا آکيرا اڏيا هئا— ۽ سندس اکين جي آڪاس تي ڪڪرن ڪارو نيار لائي ڏنو. هوا جي چڙواڳ جوهي تي سندس نيڻ ٽمي پيا. اڄ وري سندس من ۾ آنڌ مانڌ هئي. اڄ وري سندس هيڪلي بيوس وجود کي نراسائي وڪوڙي وڌي هئي—

قد جي پوري پني، سنهڙو بت منهن جا هڏا نڪتل عمر پنجويهه کن، پر ڏسڻ ۾ پنجٽيهن کان به مٿي پئي لڳي، ننڍڙيون اکيون جن ۾ زماني جا سور سانڍيو پئي وتي. نالو زيبل هئس رئيس، نبي بخش جي وهاريل. چون ٿا ته رئيس نبي بخش جي پٽ رفيق سان پڄي هٿ آئي هئي. پر رفيق جي ولايت وڃڻ کانپوءِ، رئيس پنهنجي شهر واري اوطاق ۾ وڃي ويهاريو هئس هڪ نوڪرياڻي پڻ گڏ هئس. رئيس هفتي ۾ هيو ايندو هو ۽ ٽي چار ڏينهن ٽڪي وري واپس ويندو هو. اڄ وري رئيس کي هٿ اچڻو هو... اڄ وري ڪيس سوريءَ سيج چڙهڻو هو، ڪنڊن تي هلڻو هو. ڪنڊن جي چڀڻ جي خيال سان ئي من ڦسي پيس ۽ هوءَ روئڻ لڳي.

... ... ... ... ... ...

اونداهيءَ رات ۾ هر طرف خاموشيءَ جو راڄ هو. هڪ عورت جون چيخون انهيءَ خاموشيءَ کي ٽوڙينديون ويون. وراندي ۾ زيرو جو بلب پئي ٽمڪيو. هڪ مرد ٽيهن پنجٽيهن جو... چاپئين ڏاڙهي، فڪر منجهان هيڏانهن هوڏانهن اچ وڃ پئي ڪئي. اوچتو ننڍڙي ٻار جي روئڻ جو آواز ڪمري مان اچي ٿو ۽ ڪن رکي در کلي ٿو.

”امان چا ڄائو؟“ مرد اٻهرائيءَ مان اڳتي وڌي ٿو.

”ابا وري ندوري ڌيءَ!“ عورت جي آواز ۾ ڏڪار.

”ڌيءَ!“ مرد جو جهيڻو آواز.

”ها ابا، اسان جي قسمت ئي ڦٽل هئي جو اهڙي نياڳي گهر ۾ آنديسين، جو رڳو ڌيون ئي ڌيون پئي ڄڻي. ابا، منهنجي صلاح مڃ، هاڻ ڪٿي ٻي پرڻج.“

”......!“ سندس پيشانيءَ جون ليڪون چٽيون ٿي ٿيون وڃن.

”ابا، نيٺ تنهنجي ماءُ آهيان، تنهنجو برو ته ڪونه چاهيندس، اسان کي به ته پنهنجي پيڙهيءَ کي ٻاقي رکڻو آ.“

مرد جي منهن تي ساڳي ماٺ!

”سمجهه ۾ نٿو اچيم ته ڪيترو نٽائيندين؟ مون ته توکي تڏهن ئي چئي ڇڏيو هو، جڏهن ٻي ڄڻي هئائين. سمجهيم پئي ته اها نياڳي اسانکي پٽ ڪانه ڏيندي

۽ اڄ اجهو چوٿين به آئي اٿئي!"

"ها امان ائين ٿو لڳيم ڄڻ پٽ اسانجي نصيب ۾ ئي ڪونهي."

"نه ابا خير گهڻ، شل وڏي ڄمار ٿيئي، پنهنجي ابي اڪيلو پٽ آهين، جي تو مان به پٽ نه ٿيو ته پنهنجي خاندان جو نالو نشان ئي ڪونه رهندو. مان ته ابا چوان ٿي ته ٻي شادي ڪٽي ڪر. ڇوڪري ڳولي اٿمانءِ، جي دير ڪيئي ته آهي به اٿاري ڇڏيندا."

مرد مات ڪري ماءُ جي آڏو ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو:

"جيئن وٽي، تيئن ڪريو."

"بس پٽ سياڻي ٿي وڃي آچر ماءُ سان ڀڪون ڪيان!" عورت خوشيءَ ۾ ڪانه پئي ماپي.

... ... ... ... ...

"ادي، بس ڀاڳ ڦٽو... نصيب هجنم ها چڱا ته پوٽيئيءَ پٽ ڄڻيان ها."

"پر ڀيڻ، پنهنجي وس ڪا ڳالهه ٿورو ئي آهي."

"ادي اهو ڪير سمجهائين؟" هن پلئه سان نڪ آگهندي چيو.

"ماسيءَ به تڏهن لاڪون ڀٽيان پئي هئس جڏهن نجما ڄائي هئي، پر پاڻ هو جو هيل تائين نتائيندو رهيو. نيٺ به ڪيستائين منهنجي پٺ لڳي ها. انهن نياڻين ئي ڪلور ڪيم، نياڳيون نه ڄمن ها، نه گهر برباد ٿيم ها!" سندس اکيون وڏ ڦڙا وسائڻ لڳيون.

”پٽ صبر ڪر... الله اجر ڏيندءِ...“
”امان، امان ادڙيءَ کي سنڀال روئي پئي.“ ٽن سالن جي ننڍڙيءَ سڏ ڪيس.
”روئڻ ڏي رن کي، منهنجو گهر ته تباهه ڪيائين. نه ڪُوچڙي جمي ها، نه هي ڪلورسون سان ٿين ها.“
”امان، سون ڪان ته بس ٿي نٿي ڪري— اڇي ڪٽيس.“
”گهڻو ڏيئي ڪٽي ماري چڏينس رن کي!“
”ادي، انهيءَ معصومڙيءَ جو انهيءَ ۾ ڀلا ڪهڙو ڏوهه؟“
”پٽڻ، جمڻ شرط ٿي پهاج وڌائين— اڃا چوين ٿي ته سندس ڪهڙو ڏوهه؟ سچ پچين ته ڏسي بچان ٿي اچيم!“

... ... ...

سورنهن سترهن جي نينگري آس جي ڪرڻن سان پنهنجا وار سڪائي رهي آهي. ڪارن ڪارن وارن تي آپ جو گمان ٿي رهيو آهي. سندس ننڍڙيون اکيون آس جي ڪرڻن جي روشنيءَ ۾ چمڪي رهيون آهن.
”هش!“ هڪ آواز.
هوءَ بيپرواهه ويٺي آهي، شايد آواز نه ٻڌائين.
”هش!“ ٻيهر آواز.
هوءَ هيڏانهن هوڏانهن نهارڻ ٿي لڳي.
”هش!“

اکيون… قرب جي ڪانڊ ڏئي رهيون هيون.
ڪجهه چيائون… پريت جا ديپ ٻريا.
”شايد خواب آهي!“
”نه… نه… حقيقت!“ پاڻ کي ڇهنڊڙي هنيائين.
هڪ ڪاڳر پتر سان گڏ سندس پير ۾ ڪريو.
هوءَ جهڪي.
پيار جي سرهاڻ ۾ رچيل هڪ خط.
منهن جي من جي ديوي
قرب جا سلام
تنهنجي آس ۾ ڏينهن رات جلان ٿو. خبر نه آهي
منهنجي ديوي ڪڏهن مون تي مهربان ٿيندي.
جنم جنم کان تنهنجو پڄاري
رفيق .
”نه ڇا؟ هي سڀ سچ آهي.“
”ها… ها!“
اڄ… اڄ حياتيءَ ۾ پهريون ڀيرو ڪنهن ايڏي
سڪ ۽ اڪير مان کيس سڏيو هو.
اڄ زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو هن تي پريت جي
گلن جي ورکا ٿي هئي. هوءَ گلن جي سرهاڻ سان
واسجي وئي ۽ ڪنڊن جي پرواه نه ڪندي پيار جا
گل پوئڻ لڳي.
وقت تيز رفتاريءَ سان هلڻ لڳو، هوءَ ان کي
جهلي به نه پئي سگهي.

... ... ...

”اف خدايا! خبر نہ آهي تہ ڪڏهن هن ڪٽ مان جند ڇٽندي، هن واڌڻ رن تہ تپائي ماريو آ. هر هر تنيو پوي، ڳنڍي ڳنڍي سنهنجا تہ هٿ ئي ٿڪجي پيا آهن.“ هوءَ پاسو ورائيندي پڻ پڻ ڪرڻ لڳي. کهرو کهرو واڻ سندس پنيءَ ۾ چڀڻ لڳو.

هونءَ تہ روزانو ئي هن ڪٽ تي سمهندي هئي، پر اج الائي ڇو ڪيس واڻ جي کهرائپ محسوس ٿيڻ لڳي هئي. شايد ان ڪري جو سندس من ۾ آنڌ مانڌ هئي. هوءَ اٿي... هر طرف اوندھ... اوندھ ۾ تاڦوڙا هڻندي هوءَ ڪونيءَ تائين پهتي. بتي ٻاريائين، هڪ ڏار وٽل آئينو پيت ۾ ٽنگيل هو. هوءَ آئي آئيني ڏانهن ۽ پنهنجو مک پسڻ لڳي. جيتوڻيڪ روز ئي اهو آئينو ڏسندي هئي، پر اج تہ آئينو ڪجھ ٻيو ئي چئي رهيو هو.

هوءَ ڏسڻ لڳي پنهنجو مک ۽ ٻڌڻ لڳي اکين جون آڪاٽيون.

”تہ ڇا مان واقعي ايڏي سهڻي آهيان.“

”ها... ها...“

”پر امان تہ هميشھ مونکي ڪوچڙي جوندي آهي ۽ ادي نسرين اها بہ منهنجن اکين تي چٽرون ڪندي آهي.“

”هونھ... اهي تو سان ساڙ ڪن ٿيون، ان ڪري

توسان عيب ٿيون ڪڍن.“

”تون سچ پئي چئين، ٿورو رنگ سانورو اٿئي، پر...
اهو ته پاڻ مشرقي سونهن جي نشاني آهي.“

”ها، تڏهن ته رفيق ڪي تون وڻين ٿي نه ته
ڇوڪريون ڪي هن لاءِ ڪٿيون ڪينهن.“

ڪٽ جو ڇيڪٽ ٿيو، ماڻس پاسو ورايو.

”ڪير آ؟“ ماڻس جو آواز.

”ڪير به ڪونهي آءٌ آهيان، پيٽ ۾ سور ٿيم
سو گوري کڻڻ آيس!“ هن ورائيو.

... ... ...

اج وري رات هن لاءِ اڻ کٽ آهي. اونداهيءَ
جا پيچرا وڌي رهيا آهن ۽ هوءَ منزل جي ڳولا ۾
ڀٽڪي رهي آهي. سندس ذهن جا دروازا کليل آهن
جن ۾ خيالن جا چور آهستي آهستي داخل ٿي رهيا آهن.

”ته ڇا مان سول مئرج ڪريان... پر ماڻهو ڇا
چوندا؟“

”هونهه... جڏهن پئسو هوندو ته ماڻهن جي زبان
به بند هوندي.“

”پر... وري... به...“

”ڇري نه ٿي زيبل! جيڪڏهن توکي ماڻهن جو
ايترو خيال هو ته مون سان ڇو ملينءَ!“ رفيق جو آواز
پڙاڏو بڻجي من ۾ گونجڻ لڳو.

”امان ڇا سوچيندي... ادي نسرين ڇا چوندي؟“

”هونهه... ادي ۽ امان... اهي توسان ڪهڙو سٺو هليون آهن؟ جانورن کان بہ بدتر زندگي هت گهاري رهي آهين. تون هلي ڇو نٿي وڃين؟“
”بابي ۽ امان کان پلاند وٺڻ جو وجهہ مليو اٿئي.“
تون هلي وڃ... تون هلي وڃ!“
آواز جو سڏ پڙاڏو بڻجي من ۾ ٻرڻ لڳو.
”نہ نہ... ائين ڪونہ ڪنديس... آءٌ نہ وينديس...“

”ڇري نہ ٿي زيبل... هي ڪهڙيون انسان جي حياتيءَ ۾ ڪڏهن ڪڏهن ايندڙيون آهن. زندگيءَ کي سڌارڻ جو وقت اٿئي. چڱيءَ طرح سوچ، نہ تہ هن ئي آڳ ۾ توکي سڄي عمر جلڻو پوندو ۽ رفيق جهڙا ڇوڪرا ڪو هر هر تورو ئي هٿ ايندءِ... رفيق سان پرڻجڻ بعد عيش ڪندينءَ عيش— هلي وڃ زيبل، هلي وڃ! هن گندي ماحول کان دور، جت تون هوندينءَ ۽ رفيق هوندو، پيار جا سندر سپنا هوندا ۽ پريت جا رسيلا گيت.“

آءٌ وينديس... بابي ۽ ڏاڏي کان بدلو وٺنديس. امان ۽ اديءَ کان انتقام وٺنديس. انهن منهنجي لاءِ ڇا ڪيو، جو آءٌ انهن لاءِ لڇان ڦٿڪان. آءٌ وينديس، ضرور وينديس، پنهنجي زندگي اڏينديس، سک جا ساگر پسنديس.“

۽ پوءِ... ٻئي ڏينهن ساڻهن ٻڌو تہ زيبل، رفيق سان ڀڄي وئي.

... ... ...

هن جي اکين ۾ لڙڪ آهن جن کي هوءَ لڪائڻ جي ڪوشش پئي ڪري من جي هورا ڪورا سندس مک مان ظاهر آهي. پيشانيءَ تي پڇتاءَ جا ليڪا. ڪجھ ڪچڻ چاهي ٿي. پر ڪچي نہ ٿي سگھي. روئڻ ٿي چاهي، پر روئي نہ ٿي سگھي. بس، اندر ئي اندر ۾ پئي پچي ڪاسي.

"زيب، ماني ڪاءُ." رفيق جو آواز.

"......"

"زيب ماني کاءُ!" آواز پيهر.

"جي! ماني؟" آواز ۾ پڇتاءُ جو احساس.

"بک ڪونهي!" جواب.

"ايترو پريشان ٿيڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي."

"نہ... نہ پريشان تہ ڪونہ آهيان!" ڪُوڙها ٻَسي مرڪڻ جي ڪوشش.

"پوءِ ماني ڇو نہ ٿي کائين؟"

هوءَ گرنهن پيچي ٿي.

"خبر نہ آهي گهر ۾ ڪنهن ماني کاڌي هوندي يا نہ!" هڪ ويچار.

"ڇا پئي ويچارين؟ ماني کاءُ!"

"هان..." ڳرو ڳرو آواز "کان پئي."

گرنهن نڙيءَ ۾ ڦاسي پيس، هوءَ اٿي...

"ڇو؟"

”مانِي نتي وٺيم!“
”عجيب مصيبت آهي!“ رفيق جو لهجو کهرو.
هوءَ رفيق ڏانهن حيرت منجهان ڏسڻ لڳي.
رفيق جي منهن تي پڇتاءَ جون ريکائون.
”ڏس نہ زيبي پياري! هاڻي ڇا ورندو تنهنجي روئڻ مان. بس ٿورن ڏينهن اندر آءٌ توسان نڪاح ڪندس. ۽ پوءِ توکي پنهنجي گهر وٺي ويندس. جت امان، بابا ۽ منهنجون ڀينرون توکي آسيسون ڏينديون ۽ پوءِ توکي تنهنجو گهر ياد نہ ايندو.“ رفيق کيس پرچائڻ لڳو. ”ڏس شابس ضد نہ ڪر، هيڏانهن اچ.“
هن پنهنجو سر سندس سيني تي لاڙي ڇڏيو. لڙڪن جون لارون سندس قميص ۾ جذب ٿينديون ويون.

... ... ...

چئني ڏسن مات مڙهيل آ... من ۾ سونجهہ... هوا بند... گهٽ... ٻوسٽ...!
”منهنجي من ۾ هيءَ آنڌا مانڌ ڪهڙي؟ هيءَ ٻوسٽ ڇو؟ ائين پيو ڀاسي ڄڻ ڪجهہ ٿيڻ وارو آهي. هيءَ منهنجي اک ڇو پئي ڦڙڪي... ڪٿي... ڪٿي رفيق...؟؟“
”نہ... نہ... الله نہ ڪري!“
”خبر نہ آهي هو ڇو نہ آيو، هڻ مهل تائين اچي وڃڻ گهرجيس.“
آواز ڪنهنجي هلڻ جو... اکين ۾ هڪ آس...

سڪل پيلن پنن جو ڪڙڪو... نراسائي.

”ڇهه مهينا ٿيا آهن هت آئي، پر رفيق اڃا نڪاح نٿو ڪري. هيڪلي رهي آءٌ ته ڇڙي ٿي پونديس. شايد مٿن ڪان ٿو ڏڇي... پر نيٺ ڪيستائين اهو ڏنڊو ائين هلندو. نه ڪاڏي اچي ٿي سگهان، نه وڃي ٿي سگهان!“ پـُور ۽ سـُـ

سج ،منزل ڏانهن [illegible] لڳو... آس پاسا بدلائڻ لڳي. پڇري لنگهي... [illegible]ري آئي.

”خبر نه آهي ڇو نه آيو... هفتو پورو ٿيو اٿس... شايد پڙس نه ڇڏيس... پر انجام ته اڄ جو ڪري ويو هو. انجام سدائين هڪ ڏينهن جو ڪندو آهي، پر ايندو سدائين دير سان آهي. ٿي سگهي ٿو رات جو اچي!“ آس ۽ اوسيئڙو.

شام جا پاڇولا پـَرَ پکيڙڻ لڳا، سج اونده جي پاتال ۾ پيهي ويو. هر طرف خاموشي... چپ چپات، اونداهه انڌوڪار... جيپ جو هارن وڳو.

”اچي ويو!“ خوشيءَ جي لهر.

”پر... پر... هي ڇا؟“

پنجاهه پنجونجاهه جو هڪ مرد مڇن کي وٽ ڏيندو اڳتي وڌي رهيو هو.

”رئيس هت ڇو؟ شايد مون کي وٺڻ آيو آهي.“ آس، ڏنڊ ۾ روشنيءَ جو احساس.

”زيبل تون آهين.“

”ها!“ آواز ۾ ڏڪڻي.
”زيبل مون کي تو وٽ اچڻ ته اڪ ڪپندو هو، پر
بڻي هئي ان ڪري دير ٿي وئي... رفيق خير سان
ولايت ويو پڙهڻ لاءِ ۽ مونکي تنهنجي لاءِ ڇڏي ويو!“
”رفيق ولايت ويو!“ سڏڪي جو سڏ پڙاڏو.
”ها... پر تون ڳڻتي نه ڪر، آءٌ توکي رفيق کان
به گهڻو پيائيندس... هونئن به اج ڪلهه جي ڇوڪرن
۾ اسان واري مٺيا ڪونهي.“ رئيس اک ڀڃندي
معنيٰ خيز انداز ۾ ڏند ٽيڙيا.
”هيءَ...“ سندس نڙيءَ ۾ ڪنڊا چڀڻ لڳا دماغ
ڦرڻ لڳس. 'ڀاٽي' هن چوڻ ٿي چاهيو پر... ڪيرڻ
تي هئي ته رئيس نبي بيشڪ جهلي ورتس.
”ڇري نه ٿي زيبل، ايمان سان ڏاڍو سڪيو رکندو
مانءِ. هونئن به هاڻي تون مائٽن ڏي ته وڃي ڪونه
سگهندينءَ!“ رئيس دلجاءِ ڏيڻ لڳو.
ان ڏينهن کان پوءِ رئيس کيس وڃي شهر واري
اوطاق ۾ رهايو ۽ هاڻي هفتي ۾ پيو ايندو آهي.
به چار ڏينهن رهي وري واپس ويندو آهي.
اڄ وري وڏيري کي هٿ اچڻو آهي— اڄ وري
کيس سوريءَ سيج چڙهڻو آهي— ڪنڊن تي هلڻو
آهي— سڪي وڃنس ٿا نيڻن مان نيرَ— گهرو ٿي
وڃيس ٿو دک جو احساس— نهارڻ ٿي لڳي انڌي
پولار ۾— نهار بنا نيڻن جي— ●



## عنوان بنا

چوري ڪرڻ سماجي ايڙاڻي آھي، گناھ آھي. پر انهيءَ عمل ۾ ملان پائيوار هجي تہ ڪنهنجي جي مجال جو ڏانهس آڱر کڻي بہ نهاري سگهي. جيستائين ڪڪڙيون چورائڻ جو تعلق آھي، تيستائين ملان سنڌس واهرو آھي ۽ ان جي عيوض جڏهن ملان سنڌس عزت ۾ هٿ ڏو وجهي، تہ پلا ان ۾ غيرت ۾ اچڻ جو ڪهڙو سوال آھي؟ جڏهن ڪيس فتوي جو حق بہ مليل آھي. چوريءَ جي سزا ڪان پناھ پلا آخر ڇو ڏي؟ ڪيس بہ تہ اجورو ملڻ گهرجي. هڪ هٿ سان ڏي ٻي هٿ سان وٺ. اهو تہ دنيا جو دستور آھي. اهو آهو حق-وهنوار آھي، جنهنجو ڪو تالو ڪونهي، ڪو عنوان ڪونهي.

ڏسي خار ته ڏاڍا چڙهندا اٿم، پر وري به مرڪي هلندو آهيانس ڊپ جو ٿيندو اٿم ته ڪٿي ڦڪڙ نه ڦاڙيم. ساڻهن جي ليکي ته کاتو يار اٿس پر رکو پاڻ کي چاڻ اٿم ته دوست آهي يا دشمن! ڪڏهن ته من چاهيندو اٿم ته هٽي مٿو ڦاڙي رکانس، پر ڪري ڪي به ڪين سگهندو آهيان، ڪائنر ياگيدي نه، پر ڏيرو ۽ نستو آهيان، ۽ پڪ اٿم ته جي هٿ اٽڪايو مانس ته هڪ طرف مار به کائيندس ۽ ٻئي طرف راز به ڦاٽندو ۽ خواري به الڳ ٿيندم. ان ڪري مٺي به ساڻ چپ هوندو آهيان. ۽ حصو به ڏيندو آهيانس.

هن مان ڦاٿس ڪيئن، اهو ڏينهن اڄ به جڏهن ياد ايندو اٿم ته پاڻ تي چڪ ڪائيندو آهيان، ته ڪهڙي ءَ ڪٿي ءَ ڪنيو هئم جو اڻ ويل ٻاهر نڪتو هئس. ٽاڪ منجهند جو وڳڙو هئو اس جي چچلائيندڙ راڪاس جي پيو کاڻ سمورو آڪاس سانت هو، ۽ انهي ءَ وقت مونکي هن جو خيال آيو هو ”اڄ ته هو ءَ ضرور ٻاهر نڪرندي“ سوچيو هيم.

ڏاڍو انتظار ڪرايو اٿس، ڪڏهن هيڪلي ته ملي ئي ڪانه ٿي. پر اڄ ته چيا به ته سي ڀوي ضرور جهليندو مانس.

آخر ڪيترا ڏينهڙا ائين ٿي تڙپائيندي... سنهنجي خيال ۾ ته هينئر هلڻ گهرجي ۽ هن وقت ته ڪير به ٻاهر ڪونه ملندو.

"ڪ اڪيلي ملندي" پور پچائيندي اٿيس. وڪون کڻندو ليمي جي در وٽ پهتس. نظر ته ڪونه ٿي اچي هيڏانهن هوڏانهن نهاريم.

ڪڙڪي جو هلڪو آواز ٺڪ ٺڪ...

نهار ڪيم پٺتي. اجهو اچي رهي هئي، پنهنجي ولر سان، وڪ وڪ ۾ کڻندي، هيڏانهن هوڏانهن نهاريندي، ڏاڍي ناز ۽ انداز سان.

"واهه ڪيڏي نه سهڻي پئي لڳي. رنگ ڪيڏو نه اڇو اٿس ۽ هلڻ به ته قيامت آهي، قيامت. هوءَ آئي ٻير پير ۾ کڻندي بلڪل سنهنجي ويجهو.

موقعو سٺو آ، آءٌ سندس ڪلي لڳس. هوءَ بيٺي هئي پٺيري. نهاري رهي هئي هيٺ. اڳتي وڌيس...

چيلهه کان وچي ورتو مانس، واڪا ڪرڻ تي هئي ته وات تي هٿ رکيو مانس.

"اڙي ٻيهه چريءَ جا" دڙڪي جي آواز تي گهبرائجي بيهي رهيس.

خبر نه آهه ڪٿان عزرائيل بنجي نازل ٿيو هو.

"شرم نه ٿو اچئي ڳوٺ وارن جون ڪڪڙيون چورائيندي بيهه ته سين کي ٿو ٻڌايانءِ."

"پهلي الله جو نالو اٿئي هن ڀيري معافي ڏي،

ٻيهر ائين ڪونه ڪندس" ليلائيندي چيو مانس.

"توبهه توبهه رب کي منهن ڪونه ڏيکارڻو اٿم ڇا جو تنهنجا ڪڏا ڪرتوت لڪايان. هينئر وڃي ٿو ليمي کي چوان" هن ٻيهر دڙڪو ڏنو.

"ڇڏ يار ڪاوڙ"* اوچتو هڪ ترڪيب سجهيم.

"پتي توکي به ڏيندس" اک پڇندي مرڪي چيو مانس.

"بس يار چوين ٿو ته ڪٺي ڇڏيانءِ ٿو." گوهيل اٽي جيان نرم ٿي ويو.

بس اهو ڏينهن ۽ اڄوڪو ڏينهن اصل ڳل پئجي ويو ته ننڍو قد ٿلهو بدن ۽ ڊبل ڊيڪر جيان... پڪو رنگ ڊگهي سونهاري...هٿ ۾ هر وقت تسبيح هي آهي ملون جنهن کي ٻار هڪ اک سبيان ڪاٺو ملو به ڪوٺيندا آهن.

مولوي صاحب اسان جي ڳوٺ واري مسيت ۾ ملو آهي. نماز پڙهڻ کانسواءِ ڳوٺ جا ٻار به پڙهيندو آهي. عمر پنجيتاليهن کان به مٿي اٿس، پر اڃا به چڙو چانڊ آهي اڪثر نجوسين کي هٿ ڏيکاريندو آهي. پر شايد ريکا ئي ڪانهيس:

گهرگهاٽ ڪونه اٿس رئيس جمن شاهه جي اوطاق ۾ رهندو آهي. ماني ٽڪي پڻ اتان ملندي اٿس. نماز پڙهڻ کانپوءِ جمعي جي هٽ تي اچي اسان سان ڪچهري ڪندو آهي. ڏسي خار ته ڏاڍا چڙهندا اٿم

پر وري به سرڪي ملندو آهيانس ڊپ جو ٿيندو اٿم ته
ڪٿي ڦڪڙ نه ڦاڙيم. ماڻهن جي ليکي ته گهاتو يار اٿم
پر رکو پاڻ کي چاڻ اٿم ته دوست آهي يا دشمن!

"ملان ڀانيان ٿو چاڪ نه آهي." رئيس جمن شاه
جي اوطاق وٽان لنگهندي خيال آيم.

"ڏسندو ته وڃانس"، اندر لنگهي ويس ملي جي
صفي جو در ڀيڪڙيل هو. هڪ ئي ڏڪ سان کلي
ويو. هو کٽ تي ليٽيل هو ۽ هٿ ۾ ڪو ڪتاب
هئس، مونکي ڏسي وهاڻي هيٺان کڻي لڪايائين.

اڄ يار ڪيئن ياد ڪيو اٿئي، هن اٿڻ جي ڪوشش
ڪندي چيو.

"ليٽيو پيو هج" هٿ ڏيندي چيو مانس.

"نظر نه پيو اچين خير ته آهي"

"بس يار ڳالهه نه پڇ چاڪائي ڪانهي، بخار به
هو ته زڪام به، اصل ئي نه پيا ڇڏن."

"هيئنر ڪيئن آهين؟"

"هيئنر... بس ڪجهه بهتر آهيان." ملي ڪنجهندي
وراڻيو ۽ پاسو ورائي وهاڻو ٺيڪ ڪرڻ لڳو. سون ڏٺو.
وهاڻي ڏانهن، وهاڻي جي پاسي کان، هڪ انگريزي
رسالو جهاتي پائي رهيو هئو.

منهنجو هٿ رسالي ڏانهن وڌيو. "هي ڇا آهي؟"
پڇيم. هڪ ڦڪي مرڪ سندس چپن تي آئي ٿورو
شڪي ٿي ويو.

”ڪجهہ بہ نہ يار“ هٿ سان رسالو وٺندي چيائين.
”مونکي بہ تہ ڏيکار نہ“ ضد ڪيم.
”هان وٺ چا ياد ڪندين“ احسان ڪندي رسالو ڏنائين. پنا اٿلايم... انگريزي رسالو هو...اڌ اگهاڙيون مايون، هر صفحي تي نچي رهيون هيون.
”هي چا آهي؟“ حيرت وچان رڙ ڪيم.
”چا ڪيون؟“ ڪنڌ هيٺ ڪري وراڻيائين.
”هيڪلا جو آهيون.“
”پرڻجين ڇو نہ ٿو؟“
”پانهن ئي نہ ٿي سليم.“ آواز ۾ حسرت...ويچارگي...
”هيڏو سارو ڳوٺ آ ڪانہ ڪا تہ ملي ويندءِ.“
”مفت ۾ تہ ڪير ڪونہ ڏيندم ڏوڪڙ بہ تہ هجيم نہ.“
”جندي پاڙي تي ڪٿي وهانو ڪر“ ڪيس صلاح ڏنم.
”ادا ڪوشش تہ جتان ڪتان ڪيم، پر هر هنڌ جواب مليو ڇي خيرات جي مانيءَ تي ٿو ٽڪي سو اسان کي چا ٽڪائيندو سو پائو پنهنجي نصيب ۾ تہ ڇڙو چانڊ ئي رهڻو آهي.“ ٿڌو ساهہ ڀريائين. ناڪامين ۽ نراسائين سان ڀرپور.
”ڪجهہ پئسو تہ هوندءِ ڪجهہ قرض ڪٿي پورائو ڪر.“
”ها سوچيان تہ مان بہ ائين پيو، ڪيترا ڏينهڙا ائين گهاريندس.“
”چڱو آءٌ هلان پيو“ اٿندي چيم.

سوچڻ لڳس. سندس حال تي ڏک به ٿيم ته خوشي
به پر خوشيءَ جو احساس ڪجهه وڌي ويو.

"ڇڱو ڀلي هجيس، ڀويس خبر ته گهٽي ويهين سو آ."
ياد آيم آچر ماءُ جا اکر جي اسان کي چوندي
هڪ ڀيري ٻڌا هم،

"نياڻو... ڪاٺو ليپس هڙ ۾ پائي به ڪونه، هليو
آ سڪان جو سڳ گهرڻ. سون ته جمعي ماءُ کي چيو
ته تون آئي آهين در تي، ٻي ڪا هجي ها ته چنبا
پٽي رکانس ها."

ويچارو غريب! آخر ڇا ڪري، جي ڪارو ۽
بندرو آهي، ته اهو به ته خدا ئي بڻايو اٿس. انهيءَ ويل
ئي ڏک جو ڀاڇو به مٿان ٿيم. ۽ ان سان گڏ کل
به اچي ويم. ڪجهه ڏينهن کانپوءِ خبر پيم ته سلي واحدو
خميسي جي ڌيءَ جيٺب جو سڱ ڇڪرايو آ. کل آيم.

"مسڪين ڪري به ڇا؟ شادي ته ڪرڻي آ. سڪان،
شريفان نه سهي ته جيٺب ئي ڪار. گهر ته نيٺ وسائڻو
آهي نه، انهيءَ ويرم جيٺب جو به خيال آيم.

'هڪ اڻ هوند ٻيو افعال ٻڇڙا' وارو پهاڪو به
شايد هن لاءِ ئي ٺهيل هو. هڪ ته الله سائين کيس
بڻائڻ جي ڪنجوسيءَ کان ڪم ورتو هئو، ۽ ٻي رهي
مهي ڪسر سندس ئي ڪڌن ڪرتوتن پوري ڪئي
هئي. ڳوٺ ۾ ڪوبه کيس وڻڻ لاءِ تيار ڪونه هو.

"ڀانيان ٿو ته اها سٺي به ٿي ويندي... ڇڱو آهي

ٻنهي کي سهارو ملي ويندو. ذهن ۾ ٻنهي جو شڪليون
آيم. ٻندرو، ڪاٺو ڪارو ملو. ڏکهي سڪل. سانوري
جيٺب واه جي جوڙي سٺي ٿهندي. ڪل آيم ڇو نہ ملي
کي مبارڪ ڏيندو وڃان. پور پڇائيندي رئيس جي
اوطاق ڏانهن ويس.

سلو اوطاق ۾ ٿي ملي ويو. سونکي ڏسي واڇون
وڃي ڪن سان لڳس.

”ادا مبارڪون هجنئي، ڪم ٿي ويو.“

”سچ“ اڻ ڄاڻ بڻجندي، حيرت جو اظهار ڪيم.

”ڪيتي؟“

”خميسي جي نياڻي ملي اٿم.“

”واڌايون هجنئي“ مرڪندي چيم ”گهڻو وٺ ڏنئہ.“

”ٻہ هزار، هزار پاڻ وٽ جمع هو، هڪ هزار رئيس
کان قرض وٺي ڏنو اٿم. ايندڙ جمعي تي ٻڌري، ٻئي
جمعي تي نڪاح“ ملي يڪساهي ٻڌايم.

”چڱو ٿيو“ سون چيو.

”ملي جي خوشيءَ جو تہ ڪاٿو ئي ڪونهي.“ وات
تي سوچيم پر سمجهہ ۾ نٿو اچيم تہ ڇوري ڪيئن راضي
ٿي، هونءَ تہ هوءَ مٺوءَ سان ٿهيل آهي. پڪ پاڻس
مار ڪيدي هوندس. اڳ بہ ٻہ تي پيرا هڏ گڏ ڏٺو
اٿيئسن. پر ڇوري بہ تہ نياڳي آ. مار ڪائي بہ نہ تي
مڙي. خير هاڻي پاڻهي سڌي ٿيندي.

اڄ آچر آهي جمعي تي ملي جي ٻڌري ٿي. ٻر اڄ

وري نئين خبر ٻڌي اٿم.
خبر نہ آهہ تہ سچ آ يا ڪوڙ. سچ آهي تڏهن تہ ڳالهہ ڳوٺ ۾ هلي آ. پر هاڻي ويچارو ڇا ڪندو رن بہ وئي تہ رلهي بہ.
ٻانهن تہ ڪونہ سليس پر رهندو ڏوڪڙ بہ ڇٽ. ويچارو ملو...

هاڻ ملو منهنجو گهاٽو يار آهي، گهڻو ڪري آءٌ وٽس ڪچهري ڪندو آهيان ۽ هو انگريزي رسالن وارين ماين جو ديدار بہ ڪرائيندو آهي تہ دل جا سور بہ سليندو آهي. جيٽب جي ٻچڙ ڪانپوءِ تہ حال بہ ويا اٿس ڪال بہ!
شميم آرا ۽ زيبا جا فوٽا ڏسي پيو ٺـڏا ساهہ پريندو آهي.
”يار پئسن جو ڇا ٿيو؟“
”ٿيندو وري ڇا؟...ٻوڙي ٻوڙي ٿڪو آهيان. ڇي ڇوڪري اسان تو ڪي ڏني هاڻ نہ قريئہ تہ اسانجو ڇا؟
”نصيب تنهنجا پنهنجا. هاڻ ادا ٻڌاءِ تہ آءٌ ڇا ڪريان هيڏانهن وري رئيس پيو پئسن جي گهر ڪري.“
”ڪمال آ ڇوڪري بہ اهڙي گم ٿي اٿن جو ملين ئي ڪانہ ٿي.“ پڇيم.
”ڪالهہ اخبار ۾ نوٽيس ڏيارياٿين تہ منوءَ سان نڪاح وڏو اٿئين هاڻ تہ ڪجهہ بہ نہ تو ڪري سگهجي.“

”ها ادا چوڏهين صدي آ نہ...“
”ها ڀائو بس اهو ٻہ ڏسڻو هئو.“
سندس مک ڏانهن ڏٺم. ناڪامي...حسرت...ڏک...
ٻک.. نماڻائي...نراسائي.
”ادا شفن، گهر ٿا سڏنئي“ سڪينا در مان جهاتي
ڀائي ٻياپو ڏنو.
”ها تون هل آءٌ اچان پيو.“
”هيءَ نينگري تنهن جي نالي آ نہ.“
”ها ننڍي لاءِ ٻي پڪي مونکي ڏني آ“ ٿوري ۾ پرجي
جواب ڏنومانس.
”خوش نصيب آهين.“ حسرت مان چيائيم.
”چڱو هلان پيو.“ اٿيس رستي تي سڪينا راند
ڪيڏي رهي هئي.
ٻل ڪن لاءِ نهاريو مانس.
ڪٽڪ رنگي...وڏيون وڏيون اکيون...ڏکها گهاٽا
وار جن جون ٻہ چوٽيون اڳيان جهلي رهيون آهنس.
”هيئنر آهي ڏهن سالن جي باقي ٻي چار سال ٻيا.
جتي هيترو وقت گذريو آ. آت اهو ٻہ گذري ويندو“
سوچيندو پهہ پڇائيندو آيس گهر ڏانهن.
امان ماني رکيو اوسيڙي ۾ ويٺي هئي...ماني کائي
ٿوري دير ليٽيس پر ننڊ نہ آئي.
سخت گرمي ۽ گهٽ آهي نہ. سمهڻ کان تہ بهتر
آهي ٻاهر جوهلي واءُ سوا لهجي. من ڪو شڪار سلي وڃي.

چوڌاري چپ چپات...رڳو جهرڪين جي چهچ
اڄ ته رئيس جمن شاهه کي جمڻ ڏجي. ڪڏهن به ڪو
شڪار ڪونه ڪيو اٿمانس.
آيس رئيس جي اوطاق ڏانهن.
ڪڪڙيون آڳر ۾ ويٺيون آهن. هڪدم جهليندو
مان ته واڪا ڪنديون...در جي ڪنڊ وٽان ويهجي.
ڏيل...ڏيل رڙين جا آواز...
هيڏانهن هوڏانهن نهاريم.
آواز چاتل سچاتل لڳم...رڙيون سلي جي صفي
مان پيون اچن. سلي جي در ڏانهن وڌيس پر در بند.
ڪڙڪايم...زور سان...نه کليو آواز وڌڻ لڳا. وڌڻ
لڳا...واڪا...در کي زور سان ڪڙڪايم.
ٺڙاڪ...در کليو.
ملو خونخوار نظرن سان ڏسڻ لڳو.
اندر نهاريم.
سڪينا...
ذليل... ڪميڻا هي تو ڇا ڪيو؟
هٿ وڌائي ڪيس کڇيءَ کان جهليم...
هٿ ڇڏائي ٺيلهو ڏنائيم...هيٺ پٽ تي ڌڪي
سان ڪريس...
اکين اڳيان اونده اچي ويم.





## وڻ ٻراڻي

هر سماج جا پنهنجا ماڻ ۽ ماپا آهن. مومل ماڻڻ لاءِ شهزادن کي هن سماج جي ڪاڪ محل جو ماڻداڻ ٽوڙڻو آهي. پر مومل هر ڪنهن شهزادي لاءِ ته ناهي. مومل جي منزل ڏکيو راڻو ئي آهي. انهيءَ راهه ۾ رلي ويندڙن جو ڳاڻيٽو اڻ ڳڻيو آهـــي. اها واٽ ڪالهه به قائم هئي ته اڄ به موجود آهي، راهه ۾ رلي ويندڙن جي رک اڄ به آڏامي پئي. هي ڪهاڻيءَ به ڪاڪ محل جي ڪهاڻي آهي، جا نئين به آهي ته پراڻي به.

**زندگي** هڪ ڀار آهي جنهن کي هو پنهنجي
ڪاهن تي رکي ڍوئيندو وتي ٿو. ڪڏهن هيڏانهن
۽ ڪڏهن هوڏانهن ٿڪل ٿڪل وڪن سان هلندو
وڃي ٿو. ڪاري ڪاري ڏاسر واري روڊ کي پيرن هيٺان
چيڀاٽيندو! پاسي پيو ته پيرن هيٺان مٽي گپ جا
ٿڦيل هجنس. ڪنڌ جهڪيل... اکيون زمين ۾... ڳوڙهي
سوچ ۾ گم.

”وري گهر وڃڻو آ... عجيب مصيبت. انسان ڪيڏو
نه مجبور ٿو ٿئي... نه چاهيندي به سڀ ڪجهه ڪرڻو
ٿو پئي هينئر گهر ويندس... پرسان اچي ويهندي گندي
گندي ٻارن جي ٻاٻ... ٻاٽ... دل ڪچي ٿيڻ لڳس...
”ڇا ڇا سندر سپنا ڏٺا هئم...“ ياد آيس بلقيس جي
قربت... هلڪي پوڊي ڪولون جي خوشبو... ان
سان گڏ سندس جسم جي وڻندڙ سرهاڻ... اصل مان ماندو
ٿي ويندو هئس. ”اف... آخر آءُ به ڪيترو برداشت
ڪندس انسان آهيان پٿر نه... پر پيو ڪو چارو ڪونهي.
رو رو به ڪاسان ته ڪل ڪل به ڪاسان رڳو منهنجي
حياتيءَ جو ته سوال ڪونهي. هٿ سگهينا به ته آهي.
منهنجي ڪري ڪيس به خطرو ٿي سگهي ٿو. پر سگهينا

ڀاڻ منهنجي لاءِ ڇا ڪيو جو آءُ هن لاءِ قرباني ڏيان.
ڀاڻ به ته منهنجي ڀيڻ هئي. ڪيس به ته منهنجو خيال
ٿئي ها.

خود غرض! پنهنجين خوشين ڪاڻ مونکي ڏکن
جي کهائي ۾ ڀيڙيائين.“

مک تي ريکا... تلخي ۽ نفرت جي...

”چڱي خاصي لائيف هئي پنهنجي نه ڪٿي نه فڪر...
يونيورسٽيءَ جون سهڻيون عمارتون... پيارو سا حول... آزادي...
مستي شرارت... بهشت مان نڪري دوزخ ۾ اچڻو پيو آ.“

زم مان ڪار آئي. ٿڌو ڪاڏائين... ڪرندي بچيو.

خيالن جو تسلسل... ٽٽي پيو.

”نالائق!... فضيلت سان ڪاڏي هلائڻ ٻي نٿي اچين.“
چپن ۾ پٽڪيو.

نفرت وچان ويندڙ گاڏي کي ڏٺائين.

پر...

چپ وري پڪڙجي ويس... ڪاڪالهه ياد اچي ويس
”اسان به ته ائين ڪندا هئاسين.“ سرڪ... اکين ۾
ڪرڻا مستيءَ جا...

سهڻيون... سندر... نينگريون هٿن ۾ ڪتاب کنيو ڪلهن
تي گائون... سريلا... ننڍڙا ٽهڪ ڏينديون وڌي رهيون
هيون اڳتي... انهن ۾ بلقيس هئي.

پٺيان هڪ گاڏي نينگرن سان ڀريل... ڪٿين...
فڪرن کان بي نياز... وڏا ٽهڪ ڏيندا وڃي رهيا

هٿا...انهن منجهہ ظفر بہ هئو.
”يار وڃي پئي“ سعيد ٽوٽ هڻندي چيو هئس.
”هاءِ يار ڏاڍي ظالم آ...لفت ئي نٿي ڏئي.“
ٽڏو ساهہ پريندي حسرت سان چيو هئين.
”مزو ڏيکاريائين.“
”ڪهڙو؟“ پڇيو هئائينس.
سعيد گاڏي پٺتي ڪئي ۽ پوءِ تيز ڪري نينگرين
جي پر سان زم سان ڪڍي ويو.
ڇوڪريون...ڇرڪجي هڪ ٻئي مٿان ڪري پيون...
”حرامپائي اصل نہ ڇڏيندين.“ ظفر مڪ هڻندي
سعيد کي چيو هئو.
”ٻہ چار ڏينهن تہ آهي مسيتون آهن پوءِ خبر نہ
آهي ڇا زندگي ٿئي.“
”واقعي ڪيترو نہ سچ چيو هئائين.“
”حياتي بہ ڪيڏي نہ عجيب آ... ڪڏهن ڪهڙا
رنگ ٿي ڏيکاري تہ ڪڏهن ڪهڙا...هينئر نہ ڄاڻ
بلقيس ڪٿ هوندي؟“
”حيدرآباد ۾ ئي آهي...شايد ڪنهن اسڪول ۾
نوڪري پئي ڪري...“
”ڪيترا نہ هن سان واعدا ڪيا هئم...ڪوڙا واعدا
ڪوڙيون ڳالهيون...مرد هوندي بہ نڀائي نہ سگهيس.“
سوچن جي ساگر ۾ هڪ وڏو خار وارو پٿر اڇلايائين.
”هاڻ ڇا بہ ٿي پئي آءٌ پنهنجو واعدو پاڙيندس

ٻي شادي ڪندس...اسلام ۾ ته چار شاديون جائز آهن
پر سڪينا جو سڙس، اهو ڪيئن ساٿ ڪندو؟...پر
منهنجو ڇا هيڏانهن سڪينا جي حياتيءَ جو سوال آ
ته هوڏانهن وري بلقيس به ته آ- ان جي به زندگي
جو سوال آ."

هڪ باغي فيصلو...غلط فيصلو...اٽل فيصلو. پر
سندس به ته ڪو ڏوهه نه هئو.. ڪو قصور نه هئو..
پاڻ به ته بلقيس کي پائيندو هئو.. من پاتال مان دل جي
گهراين مان...

۽ بلقيس به ته هن ستان جان ڏيندي هئي- ٻئي
پريت جي نازڪ ڏور ۾ ٻڌل هئا...سهٽي سهٽي ڏور جنهن
۾ پيار جي ٻوٽن جا سهٽا سهٽا...رنگ برنگي گل پوتل
هئا جيڪي هنن سماج جي ڪنڊن مان چونڊيا هئا.

انهن گلن جي سرهاڻ مان هو ٻئي واسجي ويندا
هئا. "بلقيس پاڻ ڪڏهن به هڪ ٻئي کان جدا نه
ٿينداسين-" هڪ ڏينهن هن بلقيس جو نازڪ هٿ پنهنجي
هٿ ۾ جهليندي چيو هئو.

"پر ظفر...مونکي ائين ٿو لڳي...هي سڀڪجهه
خواب آهي جو اک کلڻ سان ختم ٿي ويندو."
بلقيس اڻ ڏٺل انديشن کان ڏڇندي چيو.
"چري آهين تون به-" ظفر مرڪندي چيو.
"نه الائجي ڇو مونکي ڪڏهن ڪڏهن ائين محسوس
ٿيندو آهي."

”توکي مون تي اعتبار ڪونهي.“
”اعتبار؟ آهي.“
”پوءِ؟“
”حالتن تي اعتبار نٿو اچيم.“
”حالتون پنهنجي وس هونديون آهن.“
”نه ظفر- انسان انهن جي وس ۾ هوندو آهي.“
”آءٌ مرد آهيان...مرد حالتن کي ڦيرائي به سگهي ٿو- هل مونسان... آءٌ وچن ڪندس ان مقدس جوڙي اڳيان جن پنهنجي حياتي...سک...شانتي ۽ پيار سان گذاري.“ ۽ پوءِ...ظفر ۽ بلقيس ات بيٺا هئا.

سنگمرمر جون ٻه اڇيون قبرون...مٿان اڇو قبو... فيروزي رنگ جي ڇت ۾ اڇي سنگمرمر سان آيتون... چوڌاري گولائيءَ ۾ گرل جنهن ۾ لوهي تارن سان الله لکيل... هر طرف سانت...سڪون...”هنن مقدس ارواحن جو سنهن کائي وچن ٿو ڪيان توسان هميشه وفادار رهندس... ۽ عمر پر ساٿ نڀائيندس.“

ظفر قسم کنيو هئو...پر حالتون ته قسم نه کڻنديون آهن ۽ نه ڪنهن سان وچن ڪنديون آهن.

اهي ته ظالم هونديون آهن- خبر نه آهي ڪيترن کي پنهنجي پيرن هيٺان چيپاٽينديون آهن.

انهن حالتن جي ڪهاڻي ڦيرو کاڌو- ظفر ۽ بلقيس به انهن ۾ پيڙجي ويا.

”ابا ظفر هاڻ ڳالهه تي پئي آهي ڳري- چاچهن

جن سڪينا جي منّي نتا وٺن. ڇي ڪنداسين ته بدائي
ٿي، اسان ڪي پنهنجي نينگر به ته اڻارڻي آهي. سو يا ڏي
وٺ ڪيو يا سڱڙو ٽوڙيو. سوچيا هاڻ ڳالهه تنهنجي وس آ..."

"ته اسان ائين ڪونه ٿي سگهندو." ظفر آهستگيءَ
سان ماءُ کي سمجهايو هئو.

"ابا سوچ، ڇوڪري فيض جي نالي ڪئي اٿئون
هاڻ ٿهي ته ڪونه ٿو ته ڪنهن ٻئي سان منّي ڪجي
۽ نه وري ڪو برادريءَ ۾ اهڙو نينگر آهي." ماڻس
کيس سمجهايو.

"پر اسان منهنجي به زندگيءَ جو سوال آ."

"پٽ مڙس ماڻهو آهيو هڪ ڪبي ٻي ڪبي ڪم
ٿهي ويندو پر هت ته ڇوڪريءَ جو سوال آ عزت جو
سوال آ."

ماڻس ليلايو.

۽ پوءِ کيس پيءُ جي صورت نظر آئي. اداس.
مغموم هيڊائين.

"ٺيڪ آهي اسان جيڪڏهن اوهان ائين چاهيو ٿا
ته ائين ٿيندو."

پوءِ ظفر جو پرڻو حميدا سان ٿي ويو. اها حميدا
جيڪا کانئس پنج سال وڏي هئي...اها جيڪا کيس
بلڪل نه وڻندي هئي... گدلي گدلي...ڏسي ٿي ڪريپ
وٺندي هئس...

... ... ...

هاڻ زندگي هن لاءِ بار آهي جنهن کي هو پنهنجن ڪلهن تي رکي ڍوئيندو وتي ٿو ڪڏهن هيڏانهن ته ڪڏهن هوڏانهن...

پر نه هاڻ هو حياتيءَ کي بار نه سمجهندو...

هن هڪ فيصلو ڪيو آ... هڪ اٽل فيصلو... هڪ غلط فيصلو...

هو بلقيس سان شادي ڪندو ضرور ڪندو.





## ڇوٽي ڇنڊ

ڏيئو جي پنهنجي امڙ کي دانهن: ’ڇوٽي ڇنڊ...‘ پر اها دانهن ٻڌڻ ۽ اوناڻ وارو ڪير؟ عورت جو عورت سان همدرديءَ ٻدراڻ وير. هن ٻيڙيندڙ ۽ پرسار سماج جي قانون جي حمايت جي حمايت ۾، عورت جو ايڏو شديد ابتو ڪردار جو هوءَ پنهنجي پرائي ۾ تميز نٿي ڪري. ڏسي ٿي ته رڳو سماج جا مقرر ڪيل ماڻ، ۽ آزمائي ٿـــي پنهنجي ٿـــي هر جنس تي. زندگيءَ جا ٻه روپ: معصوم ۽ قهري.

ٺڙ.. ... ٺڙ..... ڀان..... ڀان.
”اها ڀوري منهنجي اٿي“.
”اٺي بدرو اهو ڇا آهي. اها ڪاري ته مون اڳ ئي ولاري آ.“
”ديـهان تون به ڪا موڳي آهين انهيءَ ٻاڌي ڀٽيان ڪٽي لڳ.“
”ڇڳو.“

ٻاڌي جي ڀولهه جيپ جيان ٽڙي.
”ڇٽاڪ“ ڀٽڙي ڀٽڙي تيڪ وجي بدروءَ جي تغاريءَ ۾ ڪري، ”توبهه نياڳو سرضيل پيو ڀائنجي.“
بدروءَ جي ڪاڏيءَ ۾ گهنڊ اچي ويو ۽ سنهڙو نڪ ڇپو ٿي وڃي ڪاڏيءَ سان لڳس.
صبح جو وڳڙو... سج به مٿيرو آيو آهي.
ننڍڙيون ننڍڙيون نينگريون تغاريون کنيو مال ڀٽيان ڊوڙي رهيون آهن.
انهن منجهه بدرو به آهي. نالو ته شايد بدرالنساء اٿس پر سنڌي رسم موجب رکو ”بدرو“ ٻچيو اٿس.
اجهو ڇيٽا ميڙي ختم ڪيا اٿس. هينئر گهر ڏانهن هئي اچي.

”چيٽا ميڙي دنگ ڪيئہ؟“
”هائو چاچي.“
”ڏيکار... بس! رن ڪي ڪين ورندو تو سان.
صبح لاڪون نڪتي آهين ايترڙا چيٽا ڪنيو لڏندي
پئي اچين.“
”ڪتي هئينءَ؟“
”سال پئيئون چاچي.“
”ڪوڙ.“ چاچيءَ هٿ ڇنبو ڏيئي وارو وڌو هس.
”ادي زيبل سچي ٿہ ڪرائينس-سچ اڄ ئي گهران
نڪتي آهي هينئر پئي واپس اچي.“
”ڪتي هئينءَ بدرو؟“ زيبل جو انداز ڪچي
ڪاٺ وارو.
”سچ پئي چوان جيجي چيٽا پئي ميڙيم.“ هيسيل
آواز هئو.
”وري پيهر ڪوڙ.“ جيجيءَ جي زبان سان گڏ هٿ
بہ سات ڏنو.
بدروءَ جي اکين سان لڙڪ وهيا جن کي ڌرتي
ماتا پنهنجي سيني ۾ سانڍيو.
”هت اهو نخرو ڪونہ هلندءِ. اهي تال وڃي ماٺين
کي ڏيکار... سچ ٻڌاءِ.“
خاموشي... ڪوڙ هاه
”پاڇوڪڙ جي ڏيءَ سچ ڪورونئي ڳالهائيندي.“
سين جهڙا تکا لفظ بدروءَ جي دل ۾ چڀڻ لڳا.

”طعنو نہ ڏي جيجي.“ خبر نہ آهي اينري همت هن ۾ ڪٿان پيدا ٿي. شايد صبر جو پيمانو ڀرجي چڪو آهي.

”ڏئہ ڪوليئن نہ زبانڻ. آخر آهي ڪهڙي ماءُ جي ڌيءَ؟ ڀاڄوڪڙ جي ڌيءَ ڀاڄوڪڙ نہ ٿيندي تہ ڪا شريف زادي ٿيندي.“ ڪپڙن ڌوئڻ واريءَ سوٽيءَ پڻ پنهنجو ڪم ڏيکارڻ شروع ڪيو.

ڪجهہ سڏڪا... ڪجهہ لڙڪ.

”وڃي ٿانو ڌوءُ.“ جيجي زيبل بہ شايد ٿڪجي پئي. هوءَ ٿانون جي ڍڳن ڏانهن وڌي رهي آهي.

چوئنريون... ڪٽنا... ٿالهہ... ديڳڙا جن تي مکڻ جا سوين ٽولا راند ڪري رهيا آهن. هوءَ ٿانو ڌوئي رهي آهي. سوچن جا وهڪرا وهي رهيا آهن.

”ماءُ تہ اولاد کي جان کان بہ وڌيڪ پيائيندي آهي پر تون ڪهڙي ماءُ آهين؟......“

”تون...... تون...... ماءُ نہ آهين پر ماءُ جي روپ ۾ ڪاري ناڳڻ آهين جا اولاد کي جنم ڏئي پاڻ ئي ماري ڇڏيندي آهي. پر ڪاش تون مونکي ماري ڇڏين ها. ڏکن جي زندگيءَ کان تہ سک جو موت بهتر آهي. يا ڪاش تون مون کي ڇڏين ئي نہ ها. مون تہ تنهنجو ڪو ڏوهہ نہ ڪيو هئو پوءِ مونکي ڇا جي سزا ڏئي رهي آهين. مونکي ڇو نڌڪٺو ڪيئہ.“

ماضيءَ جا سندر سپنا سندس اکين آڏو ڦري رهيا

آهن. اهي ڏينهن جڏهن بابو جيئرو هو. اهي ڏينهن
جڏهن اسان گڏ هئي. اهي ڏينهن جڏهن پاڻ انور گڏ
راند ڪندو هئم."

"ڪيترو نه سک هئو... ڪهڙا نه سهڻا ڏينهن هئا.
نه چاچيءَ جا دڙڪا هئا نه جيجيءَ جي مار."

پيارا پيارا ڪتاب کڻيو روزانو اسڪول ويندي هئي.
پيءُ کي 'ننڍڙا منڙا ٻار' ٻڌائيندي ڪيترو نه خوش
ٿيندي هئي... پر شايد اها خوشي هن لاءِ عارضي
هئي......

۽ هڪ ڏينهن اوچتو ئي هن جو پيءُ گم ٿي ويو
هن کي رڳو ايتري خبر پئي ته بابو حج تي ويو آهي
ايندو ته تولاءِ سهڻا لٽا ۽ ٽول آڻيندو.

۽ وري هڪ ڏينهن هن پاڻ کي به اڇي چادر
۾ ويڙهيل ڏٺو.

"اٺي بدري تنهنجو پاڻ مري ويو."

"هان؟"

"ها... انوءَ کي نانگ ڏنگيو هئو... هاڻي هو ڪو
وٽ نه ايندو."

"نه ايندو؟"

ان ڏينهن هوءَ رني پر ماءُ جي پرسڪون گود ۾
هن اهو ڏک به وساريو.

زندگي ساڳيءَ وفتار سان هلڻ لڳي.

ماڻس کنهن کهر ۾ نوڪري ڪرڻ لڳي هئي.

"ڪڪي هيڏانهن تہ اچ." جمعي ڊڪڻ جو
آواز هو.

"نہ ... نہ آءٌ ڪونہ ويندس جڏهن آءٌ هن جي
دوڪان تان چوڏا بيڙڻ ويندي آهيان تہ سونکي ڳالهائيندو
آهي؟" هوءَ ڊوڙڻ لڳي.

"ڊڄين چو ٿي؟" جمعي ٻانهن کان جهليس. گيدي
مان آنو ڪڍي هٿ تي رکيائينس ۽ چوڙين جو
بنڊل بہ.

"هي وڃي ماڻهين کي ڏجانءِ ۽ منهنجا سلام بہ
چئجانس. ۽ ها ڏس ڪنهن کي نہ ٻڌائجانءِ نہ... نہ
تہ خرچي بہ ڪونہ ڏيندوسانءِ ۽ مار بہ ڪڍندوسانءِ."

۽ پوءِ هوءَ گهر ۾ اڪثر جمعي کي ڏسڻ لڳي.

"امان تہ هن جي منهن ڪونہ پوندي هئي؟" ننڍڙو
ذهن هن کان وڌيڪ سوچي نہ سگهيو.

۽ هاڻي هوءَ ماءُ کي بہ بدلجندو محسوس ڪرڻ
لڳي. اڳ ۾ ڪم تان واپس اچڻ مهل ڪيس ڳراٽڙي
پائيندي هئي پر هاڻي تہ هوءَ جمعي سان ويٺي ڳالهائيندي
هئي. گهڻو ڪري تہ ڪيس گهر کان ٻاهر ڪڍي
ڇڏيندي هئي.

هڪ ڏينهن هن چاچي ۽ جيجي کي گهر ۾ ويٺل
ڏٺو. جيجيءَ جو منهن ڳاڙهو هئو. ماڻس پلنگ سان ٽڪ
اکهي رهي هئي.

"منهن جي ماءُ جي لڄ ٻئي سان پرڻجي- اهو ٿي

ڏٺو سگهي." جيجيءَ جو آواز هئو.

" وري اهو به ته سوچ برادريءَ ۾ اسان جو نڪ وڃي. ويندو اسان ڪنهن کي منهن ڏيکارڻ جي قابل نه رهنداسين."

چاچي ليلائي چئي رهي هئي.

هوءَ اٿي وڃي.

"بدري تون ٻاهر وڃي کيڏ."

چاچيءَ اتان ئي رڙ ڪندي چيو هو.

۽ ٻئي ڏينهن جڏهن هوءَ اسڪول کان آئي ته کيس گهر اڻاٺڪو اڻاٺڪو لڳو... چپ چاپ... اداس

"امان پاپان تي پاڙي ۾ آ."

پر ٿيهري تي سج لٿو، ماڻس نه آئي. ۽ پوءِ ... هن ٻڌو ته ماڻس ڪنهن سان ڀڄي وئي.



# ٦

## ٻاهر ٻاڦ نه نڪري

ٻهڙا جو اهو روپ ڪيڏو نه پيارو آهي، جڏهن ٻهڙا ٻوڪيندڙ اندر جي آويءَ ۾ ٻهرندو رهي پر مک مان ائين ڏيکاري ڏي، ڄڻ دنيا جون سموريون خوشيون سندس جهول ۾ هجن.

عورت ذات جي چوگرد هن دنيا، هن سماج جو ايڏو ته اٽٽ ۽ ڏاڍو لڪو ڪيل آهي، جو هوءَ ان جي گهيري ۾ هوندي سک جو ساهه کڻڻ ته ٺهيو پر اندر جو اوٻارو به ٻاهر اوڳاڇڻ جي حقدار ناهي. مک تي سدا اطمينان جي لهر. ٻاهر ماٺار موت جهڙي. اند ۾ طوفان سمنڊ جهڙو.

جيون ته وهڪرو آهي، اهو ڀلا هٿن جي ڇاپ سان رڪجي سگهي ٿو؟ روڪبو ته ڪڏهن نه ڪڏهن، ڪٿان نه ڪٿان ڦاٽ ڪائي بند ٽوڙي وهي نڪرندو. ٻوڏ ڪندو ۽ نيٺ ٻنا ٻوڙيندو.

نهاري رهي آهي انڌي پولار ۾ پسڻ بنا. منهن تي ڏک درد جا پاڇا. اکين ۾ ريکائون آهستي سوچ جون. نرڙ تي هلڪا گهنج. پاسي تـو اندر ۾ ڪا آنڌ مانڌ آهي... ڪا پيڙا آهي جا ڪوريس پئي من. ڀور ڀچائي رهي آهي... سور سرچائي رهي آهي.

”هي جيون... هي سٽ جيان منجهيل... ڪوريئڙي جي ڄار جهڙو جيون — جيئن تي ڦٽڙاتي تيئن تي ڦاسي! ڪيئن گهلبو — بنا ٽر ٽانءَ جي، بنا ڪنهن سهاري جي. ڇاپندي ٿي جيڪر مران ها، ڪيترو نه چڱو ٿئي ها! هيءَ پل پل جي سوچ ۽ اندر جي لوچ پوچ ته نه هجيم ها. من ٿـو چاهي هلي وڃان. ڀڄي وڃان. دور ڪٿ، جت هي سماج نه هجي، هي رسمون نه هجن. جت اسان کي به جيئڻ جو اڌيڪار ملي. نيٺ ڪيستائين ائين گهاريندس؟“

ويٺي آهي تنها تنها... سوچ ۽ لـوچ سندس تـن تپائي رهي آهي. ٽـڪي رهيو آهـي هيڪلائيءَ جـو احساس سندس وجود کي اڌوهيءَ جيان.

هـر طرف خاموشي... چـپ چپات. گهري سانت. ڪٿ ڪٿ ڪنهن صفي مان ڪونگهرن جو هلڪو آواز.

سڀ مهمان ٽڪل ٽڪل، ڏينهن جي هل هلال
کان اگهور ننڊ ۾ ستل... ڏٺائين هيڏانهن هوڏانهن...
اٿي. پير پير ۾ پاٺي آئي گهوٽ ڪنوار جي صفي ڏانهن
جهڪي جهاتي پاتائين، در جي چير مان. هلڪي هلڪي
روشني. پاڇائي ڳاڙهن ڪنهبن لٽن ۾ ويڙهيل سيڙهيل-
پريل آهي پاڻ جي مضبوط پاڪرن ۾... ڇنيس پيو ڇاهه
منجهان... ڳل، چپ، ڪنڌ، سنڌ سنڌ ڪي... هٿ
ترڪنس پيا پريل پريل بت تي... ڪيئن نه وينگس
کي ور وراڪا ڏيئي پيو پرپائي...

چائنجي ٿا وڇنس مک تي دک ۽ پيڙا جا پاڇا...
ايري اڇيس ٿو نفرت جو احساس من پاتال مان.

ڪڙڪو...

"ڪير ڏسي نه وٺي!" خرف ۽ ڏهڪاءُ.

ٽڪڙيون وڪون وڏائيندي وري صفي ڏانهن موٽي
ٿي اچي. ليٽي پئي ٿي کٽ تي. اندر مان اڌمان اٿڻ
لڳنس ٿا. نڙيءَ ۾ ڪنڊا چڀڻ ٿا لڳنس. وڏي وڇي
ٿي اندر جي آسات. وهڻ لڳنس ٿا نير نيڻن مان. "ڏوهه
ڪن هڪڙا، ڀوڳين ٻيا. ڪهڙيءَ ڪُٺيءَ ڪنيم جو
هن گهر ۾ چايس. هر وقت سور ئي سور... پور ئي
پور آهن. ٻيون به ته ساهيڙيون اٿم. هر ڪا وڃي
پنهنجي گهر تڙ واري ٿي. هڪڙي آءٌ ئي قتل پاڳن
واري سورن ۾ ساڙي. اڇا ٿائين پاڻ جي در تي پئي
پاٽون ڪان."

پڻڪڻ لڳي چپن ۾. ورائڻ لڳي پاسا.
”لئي نذيران، ڇا ورندءِ لڇڻ مان... ڇا ملندءِ ڦٽڪڻ مان... ماٺ ڪري سمهي رهه... ڪي گذري آ، ڪي گذري ويندي... افروز ڪان ڪنهن حالت ۾ گهٽ ته ناهين؟ پنهنجو ڪمائين ٿين، پنهنجو چوڙين ٿين ، اجايو هجنئي ها سڪيو جيءَ جنجال ۾ ، جڏهن ننڍڙا ننڍا ٻالڪ تپائئي ها... راتين جو روئن ها، رانياڙ ڪن ها— هي اطيمان واريون ننڊون ڪٿي نصيب ٿينئي ها... هي سڪون وارا ڏينهڙا ڪٿ ملنئي ها...!“
سانڍڻ لڳي ٿي لڙڪن کي رئي جي پلاند ۾.
ڏيڻ لڳي ٿي ڪوڙا دلبا دل کي. پرچائڻ لڳي ٿي مورک من کي. ورائڻ لڳي ٿي پاسا ڪوشش ۾ ننڊ جي، پر ننڊ...؟ اها به شايد رسي ويئي اٿس.
ڏسڻ لڳي ٿي ڇت ۾، پڇائڻ لڳي ٿي پور.
پسي پئي پاڻ کي پنجويهه ورهين اڳ، ننڍڙيءَ ننڍڙيءَ نينگريءَ جي روپ ۾. ڳاڙها لٽا اوڊيل، سهڻا گهڻا پاتل. ڪيتري نه خوش هئي ان وقت. نه ڪا ڳڻتي نه ڪا چنتا. انهن ته ڏينهن ۾ سندس پڦيءَ کي سڪي پني پٽ چاڙ هو. ڇڻي ڪڏي نه ڏوم ڏام سان ملهائي هئن. سڄي رات لنگهياٽين ڪيچ ڳاتا هئا. انهيءَ رات سندس ننڍڙن هٿن تي به مينڌي لاتي وئي هئي.

”امان تون هت ويهہ.“ ساڻس ڪيس ننڍڙي جي پرسان ويهاريو هو.

”امان ادڙو ڏيکار نہ.“

”هينئر ننڍ ۾ ستو پيو آهي، پوءِ ڏيکاريندي ماڻ.“

”نہ آءٌ هينئر ڏسنديس“ هن هوڏ ڪئي هئي.

”ياچائيي ڪٽي ڏيکارينس .“ پڦيس مرڪندي چيو هو.

”هيءُ ڏس.“ ماڻس مهرڪيءَ تان چادر هٽائيندي چيو.

”ستو آهي، وٺي ٿو نہ.“ پڦيءَ پڇيو هئس.

اڇو اڇو ننڍڙو ننڍڙو صفا گڏي جهڙو هو. پوريل اکيون، پرن جي وچ ۾ سرمي سان ڪارو تلڪ. ڪيترو نہ سهڻو لڳي رهيو هو.

”امان هت تہ ڏسينس ڪيترا نہ ننڍڙا اٿس.“ هن سندس پتڪڙن هٿن کي پنهنجي هٿن ۾ جهليندي حيرت وچان چيو.

”امان ادڙو اسانجو آهي نہ؟“

”ها پٽ، هيءُ تنهنجو گهوٽ آهي ۽ تون هن جي ڪنوار.“ پڦيس مرڪندي وراڻيو هو.

”سچي! انور، منهنجو گهوٽ آهي.“ ڪيڏي نہ ڀاڀوهہ سان ٻڌائيندي هئي پنهنجي سرتين کي.

ٻيچين ٿي ڀاسو ورايائين. ٻڌڻ لڳي سرڀاٽ، ڀاٽ اونداهيءَ ۾.

”الا، هڪ اندر جو عذاب مٿان هيءَ مصيبت.“ ميچرن کي هڪليندي سڏين ٿي. ڪوشش ڪرڻ لڳي سمهڻ جي. ٻوتيائين اکيون، پر اندر جي آنڌ مانڌ ۽ پيڙا...

اٿي ڏٺائين، هرڪو اگهور ننڊ ۾. ڪو سڌو ڪو پاسيرو، هرڪو پنهنجي نصيب جيان.

”ڪاش! مونکي به ننڊ اچي، گهڙي ۽ ڏکهي.“ چريي من جي سوچ.

وري ليٽي، پوريائين اکيون ليڪو پاتائين ماضيءَ جي ڳڙکين ۾. ڀرپور جواني جا ڏينهن، سندر سپنن جا ڏينهن. پر، هيءَ تمام سين ڳالهين کان ڏور، لڙهي رهي هئي لهواريءَ ڏي لڙڪ لهر ۾ — سورن جي سمونڊ ۾. اڻ تڻ... هورا ڪورا من ۾.

ڪيتري نه هانوَ تي مونجهه ٿيندي هئس، جڏهن انور کي ڏسندي هئي. ان ويل ته من چاهيندو هئو ته ڪنهڙاتيون نڪري اچنس ۽ اڏامي وڃي ڪنهن ڏوراهين ڏيهه — جڏهن ساهيڙين جون چٽرون پڏندي هئي.

”اٿي زرينه هو ڏس انور، نڌيران جو مڙس.“ زينل ڪاليج مان ورندي زرينه کي ٻڌايو هو.

”ڪهڙو؟“ زرينه چادريءَ مان ليئو پائي پڇيو هو.

”اهو جيڪو اٿي پيو اچلي.“

”هو، جنهن جي کيسيءَ ۾ ڳاڙهو رومال آهي.“

زرينه ڏنو ٻارهن تيرهن ورهين جو جهنڊولو نينگر، گچيءَ ۾ داڍا گيرن وارو ڳاڙهو روسال، ڦاٽل قميص جي ٻانهن سان هرهر گوبو اگهي رهيو هو.

"اٺي نذيران وچي رئي سان گوبو اگهينس." زبيدا ٽوڪ ڪئي هئس ۽ ٻين ڇوڪرين جا ٽهڪ اندر ساڙڻ لڳا هئس.

ڪجهه ڪچي نه سگهي هئي ۽ پوءِ رات جو ڏڪون پيري رني هئي.

"ڇا ٿيو اٿئي نينگري؟" مائس پڇيو هئس.

"ڪجهه به نه امان!" هن ڏسڪندي چيو هو.

"لڪاءِ نه، اجايو ته ڪير به ڪونه رئندو آهي."

مائس زور پريو هئس.

"امان..." سڏڪا.

"ڇهه ڇهه."

"امان انوءَ سان... مان انوءَ سان ڪونه پرڻبيس."

"ڇا!؟" مائس حيرت ۽ جوش وچان زڙ ڪئي هئي. "ڇوري ڇا پئي چئين، ڪلهه ته ڪانهه ڏڙي اٿئي." مائس چڙٻ ڏني هئس. "ياڻين ٻڌندءَ ته کهي رکندءَ."

سڏڪا... لڙڪ...

"هنه — کهي رکندو!" ڏڪار وچان سوچي ٿي، اوچتو آواز ڪنهن ٻار جي روئڻ جو.

"پڪ هوندو اديءَ زيبوءَ جو، اصل سڪ ڪونهين.

پلي ڪنهن جي ننڊ ڦٽي، ڪين ڪهڙي پرواهه.“
ڪاوڙ مان پڙ پڙ ڪندي ورائي ڦي پاسو.
”رات جو تيون پهر هوندو.“ آرس ڀڳائين.

”نه آئي سو نه آئي... ايندي به ڪيئن؟ اندر جي لوچ پوچ گهٽ اٿم. ننڊ به نصيب وارن کي ايندي آ. اسان جهڙن نياڳن کي تورئي.“ تڏو ساهه پري ٿي.
”ڇا ورتو آ؟ ڪي ڪين. زندگيءَ کي گهلٽو ئي پوندو. پر سمجهه ۾ نٿو اچيم... اسانجا ڀائر، هوندئن ته ليکيندائي ڪونه. جڏهن اسانجي زندگيءَ جو سوال پيدا ٿيندو، تڏهن سندن نڪ وڃندا. اسان ته سندن معاملن ۾ ڪڏهن دخل اندازي نٿيون ڪريون. جنهن سان وڻين وهانوَ ڪن. جڏهن مرضي پوين طلاق ڏين. ادا، چاهيو ته زبيدا سان شادي ٿئيس ته زبيدا مليس. پوءِ منهنجي ڪلي ڇو لڳو آ. شادي ٿيندي ته انوءَ سان نه ته ڏولي هتان نڪرندئي.“

ياد آيس اهو ڏينهن جڏهن نورمحمد کي درجي چپر مان ڏنو هئائين. ڪيترو نه وڻيو هئس... بلڪل سندس خوابن جي تعبير هو.
”بيڪار، بلڪل بيڪار.“ سوچيو هئائين دک مان. ”پلي ڪير ڪيترو به سندر ڇونه هجي، پر منهنجي لاءِ بيڪار آهي. اسانجي نصيب ۾ ته اهو انو آهي- الله موت به نٿو ڏئيس.“ ڀاراتو ڏيندي انوءَ جي شڪل اکيان ڦري آيس.

سترهن ارڙهن ورهن جو ڇوڪرو هتن ۾ ڪتابن
بجاءِ اُتي ذڪر ۽ بلورَ... ڳاڙهو رومال ٻچيءَ ۾...
زبان تي ڳارين جا گز... ”هن ـــ ڪنوماريو، صورت
نہ سيرت. پڦي بہ ڪيتري نہ خود غرض آ، نياڻي ڪي
ڪٿي پڙهائي ها تہ ڇا ٿئيس ها. هيئن حياتي تہ نہ
ڳريم ها. ننڍو بہ ڪٿي قبوليان ها. نہ اتس ڳالهائڻ
جي تميز، نہ ڪائڻ پيئڻ جي. ستان وري جو ڪاوڙ...
لاڏلو هوندو تہ پنهنجي لاءِ، پنهنجي ماءُ پيءُ لاءِ...
پر، ادا ڪي ڇا تي ويو آ، ڪجهہ سمجهي ئي نٿو.
طلاق تہ ڇا بہ تي پوي ڪون ڏياريندس. سرندي سري
ويندي پر طلاق نہ وٺندي...... منهنجي عزت جو
سوال آ!“

لفظ ياد آيس پاءُ جا، جنهن ويل ماڻس سمجهايو
پئي. ”ابا، اسانجي نذيران الله جي فضل سان پڙهيل
ڳڙهيل آهي. ۽ انور بہ درجا بہ پاس ڪونہ آهي. نہ
ڪا نوڪري نہ چاڪري، منهنجي صلاح وٺ تہ نينگر
کي طلاق ڪٿي ڏيار. ننڍپڻ جون ڳالهيون آهن، ٿيو
ئي پون. الله بخشيس پاڻ حيات هجي ها تہ ائين ئي
ڪري ها.

منهنجي حياتـيءَ کي عزت کان گهٽ ڇاتائين،
پر پنهنجي حياتي تہ عزت کان پياري لڳس. پاڻ شادي
ڪيائين تہ نڪ ڪونہ وڍيس، باقي منهنجي معاملي ۾
تہ نڪ وڃڻ جو بہ خطرو. الله ضرور بدلو وٺندوءِ،

ڇا توکي ڇوان؟ ٻاڻ ٽي پيو آهينم.“

ڏک ۾ ٻاراتا— ٻاسو ورايائين. ٻوڏيائين اکيون.

”فجر ٿي وئي آ، پور پچائيندي... ننڊ نه آيم، ننڊ نه آيم... هاڻي ته اکيون به پيون پورجنم... هينئر وري ڪيترو سمهنديس؟“ پور پچائيندي اکيون ننڊاکڙيون ٿيڻ لڳيس. الوپ ٿي وڃي ٿي اگھورننڊ ۾.

”امان، منهنجو خيال آ ته نذيران کي طلاق ڏيارجي. اجايو حياتي پئي ڳريس.“ ٻاڻس چيو.

”ها ابا! مون ته توکي اڳ ئي چيو هو، پر تو مڃيو ئي نه پئي.“

”نه امان، مون هاڻي سوچيو آ ته نذيران کي انوءَ کان طلاق ڏيارائي، نور محمد سان ڪٽي پرڻائجي. سٺو ڇوڪرو آهي، ذات ڀائي به آهي ۽ وري گھر به ڪئي اٿئين.“

سرٻات ٻڌائين ماڻ ۽ ٻاڻ جا... مرڪڻ لڳيس ٿو من... نيڻن مان خوشيءَ وچان لڙڪ وهڻ لڳنس ٿا.

”آلا! ڪيڏي نه نصيبن واري آهيان، جيڪي چاهيم سوئي مليم. ڏٺي به صبر وارن سان سات آهي. هاڻي انوءَ کي ڏسي ڪير به ڪونه ڇڙون ڪندم. پر پڦي رسي ويندي، رسي ته وڃي رسي— منهنجو ڇا؟“

ٻانيائين پئي ته گھڻو گوڙ گھمسان ٿيندو، پر ٻاڪ ٻلا هئس جو سولائيءَ سان طلاق ملي ويس.

آواز... شرنائين جا... گيتن جا— گونجڻ لڳنس

ٿا ڪنن ۾:
”وني ماٺين بنڙا، سيج ماٺين سنهڙا.“
گُهٽ- ٻوسٽ... هيءَ آڪيو به توبهان آ... اجايو
ڪٿي ٿا ٻڌن... ساهه پيو منجهيم.
” امـان ڪنوار کي تـہ سنبرايو.“ آواز ڪنهن
وڏڙيءَ جو.
”ها ها.“
”لٽا ڪٿي رکيا اٿو؟“
”ائي صابڻ ڪٿ رکيو آ!
”آٽي تي ڏيانءِ.“
ڳاڙهي ڪنهبي وڳي ۾ ڪنوار ٻوٽيءَ جيان وڃي
پئي پنهنجو پاڻ ۾ لڪندي.
” ائي گهوٽ پيڻ کي تـہ اٿاريو يڪي سٽـي
بئي آ.“
”نذيران او نذيران.“ آواز زرينہ جو.
”ائي اٿ بہ ڪٿي هاٺي گهٽو سٽئين.“
”جي...! چا؟“ چرڪ ڀري جاڳي ٿي پئي اکيون
مهٽيندي هيڏانهن هوڏانهن نهاري ٿـي... نڪو سيج
پلنگ، نہ دهل نہ شرنايون... نڪـو ڳاڙهو ويس...
ڀري ٿي هڪ ٿڌو شوڪارو حسرت وچان.
”چو، چا ٿيو؟“
”ڪجهہ بہ نہ“ ڦڪي مرڪ چپن تي پکيڙيندي

وراڻيائين.

”اٿ وڃي ڪنوار کي سنيراءِ.“

”ها.“ رئو سنڀاليندي کهوٽ جي ڪمري ڏانهن وئي.

”نذيران ڀاڄائي وٺيئي نه.“ ڀاڻس ڀاڄائس ڏانهن پيار مان ڪهري گهور وجهندي ٻلهار ٿيندي چيو هو.

”ها ادا، ڪيئن نه وٺندي.“ اندر جو سور سانڍي مرڪي ڏنائين ڀاڄائيءَ ڏانهن.

مک تي لالاڻ ريکائون حيا جون ۱۰۰ ڪيون جهڪيل... احساس... مسرت ۽ خوشيءَ جو.

اندر سڙي ويس. ڀانيائين ته گهنو ڏيئي ماريس، پر، جهلي وئي ٻاڻ کي.

واپس وري.

”ڪاڏي؟“

”ڀاڄائيءَ جا ڪپڙا ڪڍي اچان ٿي.“

”ها... تمام سهڻو ڪري سينگارجانئس.“

آئي ڪونيءَ ۾. ٻه لڙڪ ٻنبٽين ۾ اٽڪي پيس. ڀانيائين ته اوچنگار ڏئي روئي ٻوي. پر ڪي ڪين ڪري سگهي. گهٽي چڏي تي سڏڪا من ئي من ۾.

”روئڻ تي به پابندي!“ ويچار.

”ائي نذيران ڪيڏانهن گم ٿي وئين؟“

”اچان پئي.“ گيت ڏيئي جواب ڏنائين. ٻنبٽين ۾ اٽڪيل ٻه لڙڪ اکهيائين رئي جي پلاند سان... وڏي

ٻيگ ڏانهن. گلابي وڱو ڪنياڻين. سرڪندي آئي واپس صفي ڏانهن... سنہراياڻين ڪنوار ڪي...... ڳاٽڻ لڳي کيچ ساهيڙين جي وچ ۾.

جيڏل شال جڙي رهين،
هو، جيڏل شال جڙي رهين...





## مون کي آهه اميد الله ۾

سپنا ۽ تصور آڻيندا. جيئن ماڻهو نقشو تڏهن ٺهي ٿو جڏهن جڙي ٿو. ۽ انهيءَ جي اُساريءَ لاءِ سماج جي سهڪار ۽ سرن ۽ مٽيءَ جي سامان جي ضرورت ٿئي ٿي. سپنا ۽ تصور ڪوڙ ۽ سماج جي مرضي ماڻهو وس ۾ ٿورو ٿي آهي. تصور کي جيترو خوبصورت ٺاهجي، اهي سگهجي ٿو ۽ مشڪل اها آهي ته اسان وٽ حقيقت جي پرک لاءِ ڪسوٽي ۽ ساڳي آهي. اهائي خوش نصيبي آهي ته بدنصيبي پڻ. اهو دل ۾ چئِي تصور ڪڏهن ۽ حقيقت جي ڪسوٽي نٿو بڻجي.

آس جو پکيئڙو آڏاسي رهيو آهي... ڪڏهن هيڏانهن
۽ ڪڏهن هوڏانهن. ڪڏهن ويهي ٿو ساون پنن واري
نم جي لام تي، ۽ ڪڏهن ٻير جي ٽاريءَ تي.
اجهو ٻاڙهن ٻـرن وارو سندر پکي آيـو
سندس آڏو ۽ وري آڏامڻ لـڳو... هليو ويو ڏور ڪتي
نراساين جي ڪارن ڪڪرن ڏانهن ۽ پوءِ پل ۾ اوجهل
ٿي ويو.
سندس نيڻ ڳولڻ لـڳا ان ڪي پر هو ته گم ٿي ويو
خبر نه آهي ڪيڏانهن؟ "هليو ويو" چپن ۾ پڙڪ...
ٿڌو ساهه، ناڪامين ۽ نا اميدين سان ڀرپور.
"ساڳي زندگي ساڳي رفتار سان، نه ڪا تبديلي
نه ڪا ڦيرگهير." ڳالهه ڏڃ لـڳي پنهنجو پاڻ سان.
"آءُ به جهڙي ڪر چري پنهنجو پاڻ سان پـئي
ڳالهيون ڪيان،... ڪير ڏسي نـه وٺي" کل پنهنجو
پاڻ تي.
"اٿان، سيائي ڳوٺ به ته وڃڻو آهه نه. امان به
ڪيڏي نه کهيلي آ ڳوٺ تي وٺي وڃيم، بيٺل پاڻيءَ
۾ تي ڪڪريون اڇلي... ڳوٺ ڏنو ٿـي چيا اتـم جو
وري اوڏانهن هلان؟... پر وڃڻو پيي ته ضرور آ. ماسيءَ

جو هيڪلو پٽ آ نہ، شاديءَ تي نہ وڃبو تہ ڪاوڙبي."
آڏا ابتا خيال تجريدي آرٽ جيان. نہ اڳ نہ پٺ.
اٿي ٿي اچي ٿي ڪٻٽ ڏانهن. ڪڍي ٿي البم. ڏسي
ٿي فوٽا. اکين ۾ يادگيرين جون تصويرون. چپن تـي
ڪيڏي ڪيڏي مهل مرڪ.

اکڙيون ڄڻ گهريءَ ڍنڍ ۾ نيل ڪنول: چـپ
پند ٿيـل گلاب جون مکڙيون، وار، آپ جا ڪارا
ڪڪر، مک تي معصوميت جي موتين جي ورکا.

اٿي پسڻ لـڳي روپ آرسيءَ اندر.

اکڙيون سڪل ڍنڍ جا ڪومايل ڪنول، چپ،
سرءَ جي واءَ سان واسيل مکڙيون، وار وسيل اڇا ڪڪر،
مک تي ريکائون سختيءَ جون. هڪ ئي تصور جا ٻہ رخ
ڪيڏا نہ مختلف آهن. هڪ آپ جو تارو ٻيو ڌرتيءَ
جي ڌوڙ ۽ ٻنهي جي وچ ۾ فرق ٻہ ٽہ گهٽو ڪونهي
رڳو ڏهہ سال... ٻہ ڳٽين تہ هي حال ڪيا اٿم.

* * *

ريل جو آواز... جهل تڪر... پاڻهي وڌي رهـي
آهي سين ڪي پٽ تي چڙهيندي، آگ ڏيندي پنهنجي
ماڳ ڏانهن... نهاري ٿي دريءَ جي ٻاهران.

پيلا پيلا سرنهن جا گل... ائين ڄڻ ٻناري ٻونءِ
تي ڪنهن هيداڻ وکيري هجي.

"پيلا پيلا گل ڪيڏا نہ وڻندا هئم ۽ نعيم ٻہ تہ
مون لاءِ جهول ڀري آڻيندو هئو. هاڻي تہ ڪيس ياد ٻہ نہ

هوندو. ڪيڏو نہ ويسارو آهي. هر ڳالهہ وساري ڇڏي اڃائين ڪجهہ بہ تہ ياد ڪونهيس: نہ اونهاري جون ڏاڪ منجهندون، جنهن ويل ٻئي ڄڻا وچي ليمي جي باغ مان انبڙيون پٽيندا هئاسين! پاڻ هميشه وڻ تي چڙهندو هئو... آءُ ٻيهي چوڪيداري ڪندي هيس تہ ڪٿي ليمون نہ اچي ۽ پوءِ انبڙيون پٽي هيٺ اڇليندو هئو...

ائين پيو لڳيم ڄڻ ڪو سندر سپنو هئو جو رات وهامڻ سان پورو ٿي ويو."

گاڏي ٻيٺي جهٽڪي سان... پورن جا ڏاڳا ڇڪ اچڻ سبب ٽٽي پيا.

پانءِ ڪا اسٽيشن آ. گوڙ... گهمسان... پانت پانت جا ماڻهو. ڪي عورتون... ڪي ٻار... دڪ دڪان... گاڏيءَ تي مارو... ڪي لتا... ڪي چڙهيا... ڪي وڇڙيا... ڪي مليا. اسٽيشن جي هڪ پاسي ڪان ٻگهيون ٻيٺل... انهن جي پر ۾ ٻڙ جو ٿلهو ۽ ويڪرو وڻ... ان هيٺان هڪ نار، نينگر ان ڪي ڪاهي پيو. نڍڙن نڍڙن ٿين مان پاڻي پرجي ڪري پيو. هڪ نينگري دلو رکيو ٻيٺي آ. دلو پرجي ويس نينگر اڳتي وڌيو وڏي وچي دلو ڪٽا يائينس... گاڏيءَ جي ڪوڪ آهستي آهستي گاڏيءَ جو هلڻ ۽ هن نظاري جو آهستي آهستي دور ٿي وڃڻ. تان جو اکين کان اوجهل ٿيڻ.

تڏو ساهہ... اکين ۾ لڙڪ آگر سان ڳوڙها اگھڻ
”متان ڪير ڏسي نہ وٺيم“ ڊپ ۽ ڌڪاءُ... نڙيءَ
۾ ڪنڊا... چپن تي خشڪي ٿئونس.
”آءٌ بہ تہ ائين ٻاٽي پرڻ وينديءَ هيس... پاڻ
هميشہ نار ڪاهي پاٽي پرائيندو هئو... چانڊوڪي رات
۾ ڏوپڙي راند.“

چپن تي گرم تيل سرڪ. ڪيڏو نہ سڙو ايندو هئو..
مان تہ ڊڪي بہ ڪانہ سگھندي هيس، پر سعيو ڪري
پاڻ پڪڙڻ جو وجهہ ڏيندو هئو. پر هاڻي تہ منهنجون
اکيون ٻوٽي، پاڻ ايترو تہ پري پڄي ويو آ جو نہ آءٌ
کيس ڳولي تي سگھان ۽ نہ جهلي سگھان. الله ڪري
پاڻهي کيس ڪو احساس ٿئي... ننڍپڻ جون ڳالهيون
ياد پونس. دل تہ چئيم تي تہ پاڻ آڏو وڃي سڀ ڪجهہ
ياد ڏياريانس ۽ ڪري بہ تہ ڪجهہ نہ ٿي سگھان.
هوند ڪر پڇانس تہ ”چا سگ جي ڏور ايتري ئي ڪچي
هوندي آ جا هڪ سٽ سان ڇڄي پئي؟!“ پر صاف
جواب بہ تہ ڪونہ ڏنو اٿن... خبر نہ ٿي پوي تہ منهنجي
حياتيءَ سان ڪين ڪيڏڻ ۾ چاٿو ملي. نہ انڪار نہ
اقرار... ڪڏهن ڪڏهن تہ ائين لڳندو اٿم چڻ سوريءَ
تي لٽڪيل هجان: نہ موت ٿو قبوليم نہ جيئڊان ٿو
ملي! ... آخر اسان ڇوڪرين جي ڪابہ حيثيت ڪانهي؟
بس وات جو هڪ پتر، جيڏانهن مرد جو بوٽ چاهي
اوڏانهن تڏجي وڃون.“

"اسان فريده اٿ. ٽيشڻ هاڻ ويجهي آهي."
"ها امان،" اٽي چادري اوڍيائين.

* * *

ساٿين جي هجوم سان واٽون ڳوليندي ٽانگي ڏانهن آئي

آواز... ٽانگي جي هلڻ جو... ڪچو رستو... سٽي... ڏوڙ... ورڻ لڳي پندرنهن ورهيه پٺتي ماضيءَ ڏانهن... "ساڳيون واٽون... ساڳيا رستا ڪجهه به ته ڪونه بدليو آ... ها البت ڪي ڪي جايون هاڻ پڪيون ٿي ويون آهن ۽ نوان گهر اڏجي ويا آهن. نهار... هيڏانهن هوڏانهن بازار ۾ دڪانن ۽ هوٽلن ۾ وڌارو..."

ٽانگي جو هڪ گهٽيءَ ۾ داخل ٿيڻ... اڳتي وڌڻ "ها هن ئي گهٽيءَ کان پوءِ ڪچو ميدان آهي، جت اسان چانڊوڪين راتين ۾ اڪ ـ ٻوٽ راند کيڏندا هئاسين... اڙي!... هاڻي ته هتي ميدان به ڪونهي خبر ناهي ڪنهن گهر اڏايو آ، ها زينيءَ ٿي چيو ته هتي نار واري جاءِ تي به هاڻي نلڪو لڳي ويو آ، ها... هاڻي ته اهي يادن جا گهرڙا به ميٽبا پيا وڃن پر منهنجي من مان ته اهي ڪير به نه ٿو ڊاهي سگهي ڪير به نه."

ٽانگي جو هڪ گهٽيءَ مان مڙڻ... "ها هتي ته سندس گهر هئو. پر هاڻ ته اتي به ٻيا رهواسي آهن... هنن جي لڳ ئي اسان جو گهر هو جت هاڻ زينيءَ

جن ٿا رهن... ڪيئن نہ ڪڏ تان آءُ جهاتي پائي ڪيس ڏسندي هيس..." چپن تـي وسريل مرڪ "ڇا ڪجي ڄهن اکيان پڙدو جو ڪرڻو پوندو هئو."

* * *

ننڍڙي فريدا پنهنجي ماءُ جي هيڪلي ڌيءَ تہ ڪانہ هئي، البت لاڏلـي ضرور هئي. سندس سٺڙا مٺڙا ٻول هر ڪنهن جي دل وندرائيندا هئا. هر ڪو ڪيس پيائيندو هئو فريدا ڪان بہ وڏيون پينر هيون ۽ هڪ ننڍي.

نعيم سندس پاڙيوارو هئو پيءُ جـو لاڏلو... نـڳي ماءُ بہ ڪيس گهڻو پيـائيندي هئي ڪارڻ شايد ننڍپڻ جون مستيون ۽ چلولايون هيون... سموري گهر تي چڙ سندس راڄ هئو. ٻيا پـائر پينر ڪانئس ننڍا هئا. فريدا جو ننڍپڻ نعيم سان گڏ گذريو ڪاڀ راند هجي ڪاڀ مستي نعيم ڪيس پنهنجو پارٽنر بنائيندو هئو.

اونهاري جون تاڪ منجهندون هجن يا سياري جون سرد راتيون. فريدا ۽ نعيم پنهنجي پيار جي دنيا ۾ گم...

"ڪيڏو نہ قرب اٿن پاڻ ۾" نعيم جي پيءُ ٻنهي کي مٽيءَ جا گهرڙا بنائيندي ڏسي چيو هئو.

"مان پـاڻ سوچان پئي تـہ پنهنجي نعيم لاءِ اها ڇوڪري ونجي" نعيم جي ماءُ جواب ڏنو هئو.

۽ پوءِ اوسي پاسي ۾ ڳالهہ مشهور ٿـي وئي تـہ فريدا، نعيم جي امانت آ.

پل گذريا... منٽ گذريا... ڪلاڪ ۽ ڏينهن گذريا... فريدا ٻالڪپڻي جون حدون اورانگهي جوانيءَ جي دور ۾ داخل ٿي چادري اوڍي وڏپڻي جو اعلان ڪيو. ۽ هاڻي ته هوءَ نه نعيم سان ملي سگهندي هئي نه ڳالهائي سگهندي هئي. سندس من ۾ جڏهن نعيم لاءِ تانگهه وڌي ويندي هئي ته ڪڏ تان جهاتي پائي سندس مک پسي وٺندي هئي ۽ اهو ڏينهن هن لاءِ عيد کان به وڌ هوندو هئو.

"ڀاڄائي، هڪ ڳالهه چوان." هڪ وار خيروءَ سندس ڪن ۾ سرٻاٽ ڪندي چيو هئو.

'ڀاڄائي' لفظ ۾ ڄڻ امرت اوتيل هئو.. هوءَ لڄائي مرڪڻ لڳي

"چئه"

"خبر اٿئي ادا پيو وڃي شهر، پڙهڻ لاءِ"

۽ پوءِ ان ڏينهن نيرن سندس نيڻ پڄايا.

"هاڻي ته آءٌ ڪيئن ڏسي به ڪونه سگهنديس"

هن سوچيو هئو.

"پر ڍ، سندس هڪ فوٽو به ته مون وٽ آ."

ڪپڙن منڊ جي بهانو ڪري پهرن جا پهر ويٺي ان کي ڏسندي هئي.

"اکيون ته ڏسينس" سندس اکين جي تيز چمڪ ڏسي مرڪي ڏيندي هئي.

”دل تي چوٽيم سندس اکيون پوري پهرن جا پهر
ويٺي ڪيس ڏسان.“
هڪ معصوم خيال سندس من ۾ اڀرندو هئو.
وقت گذرڻ لڳو سندس ننهي پينرڻ وڃي پنهنجا
گهر وسايا. پر هن کي نعيم جو انتظار هئو.
”هاڻ ته نعيم به ايم. اي ڪري ورتي ۽ ڪيس
نوڪري به ملي آ.“
هڪ ڏينهن ڪيس خبر پئي...
”بس هاڻي جدائي جون گهڙيون ختم ٿيڻ واريون آهن.“
انهن ئي ڏينهن ۾ هي به شهر لڏي ويا ۽ هيءَ
انتظار ۾ هئي.
مهينا گذريا... سال گذريا!
هڪ... ٻه... ٽي
”خبر ناهي ڇو چپ آهن؟ ڪٿي سندن رخ ته نه
بدليو آ.“
”نه... نه، الله نه ڪندو... پائيندو هوندو ته
چڱي طرح گهر ناهي پوءِ پرڻجان...“ پاڻ کي آٿت
ڏيڻ لڳي.
”اڳ جو خيرو لڪ چوريءَ ’پاڇائي‘ ڪوٺيندي
هئي... هاڻي ته ان به سڏڻ ڇڏي ڏنو آ...“ خيال
تنگ ڪندا هئس.
”هڪ ٻه پيرو ته خيرو ملي آ، ٽي مگهي ٿو ته سڀئين
آڏو چوڻ کان لحاظ ڪندي هجي“ دل کي دلاسو ڏنائين.

... نہ... اڇا ٽائين آت خاموشي هئي.

پل ... منٽ ... منٽ ... ڪلاڪ ... ڏينهن ... مهنا ... ورهيہ هڪ ... ٻہ ... ٽي ... چار ... پنج ... ڇهہ ... ست ... اٺ ... نو ... ڏهہ.

پورا ڏهہ سال... پر ات تہ خاموشي آ. نہ انڪار، نہ اقرار پر هيءَ تہ اوسيئڙي ۽ آهي... انتظار ۾.

آس جو پکيئڙو سندس اکيان آڏاسي تـو ڪڏهن وڃي ٿو نم جي لام تي... تہ ڪڏهن ٻيرن جي ٽاريءَ تي ۽ ڪڏهن ڪڏهن تہ پڙڪو ڏئي سندس اکين اڳيان غائب ٿي وڃي ٿو.

پر کيس اميد آهي تہ آخر تہ نعيم کي خيال پوندو۔ احساس ٿيندو.





## تنهنجي ڪارڻ سهڻا سپرين

سندس سهڻا ساڀيا ٻنجي، خوشين جا گل ڪٽي، سندس جيون
جو جيئدان ٻنجي آيا. هوءَ سرجڻ ٻنجي ويئي. اڇي ساڙهي.
اڇو اڇورڻ. ڪنن ۾ اسٽيٿسڪوپ. هن عورتن کي تخليق جي
پيڙا ۾ ڀڙڪو ڏنو هو ۽ هاڻي ڪين ڇوٽڪارو ڏيڻ آئي هئي.
اڇي لباس ۾ آسمان مان آيل امن جي اپسرا. ٿورو مرڪي
ته لڙڪن وارن چهرن تي به پيٽي مرڪ ڦهلجيو وڃي. جڻ
سندن مرڪ جو سنچ وٽس ئي هجي. هر ڪنهن کي خبر پئي
ته هوءَ عورت آهي ۽ سندس سنچ ڪنهن مرد وس هو. هاڻ ايتري
مجبور هئي جو (سپرين جي سنيهه ڪارڻ!؟) مقصد حاصل ڪرڻ
جي باوجود مقصد ماڻي سگهڻ سندس وس ۾ نه هو. دنيا جي
قانون عورت وٽ باقي ڪهڙو حق ڇڏيو آهي؟

**آس پاس** ... دونھون ... ماحول دونھاٽيل ...
اڪڙيون ڳاڙھيون نيڻ ۾ نيرن جي ورڪا. ميڙي پٽي تن ڪي رئي جي پلاند ۾ ... هيڏانهن هوڏانهن نهار.

ويھي ٿي ... ڪاٺ جي سھٽي منجهۓ ٿي، جھڪي ٿي، ڏئي ٿي ڦوڪ ... چھلہ ۾.

دونھون پکڙجي ٿـو چوڌار ... ان دونھين ۾ سندس وجود گم ٿيڻ لڳي ٿو ... پنھي هٿن سان انھن کي هٽائڻ جي ڪوشش ڪري ٿي.

"توبھ ... مصيبت آ ... ٻاھ جو ٻارڻ بہ ... هٽي هٽي بيٺي آهيان. پر نابري واريو بيٺي آ."

نڪ اگھندي - پٽڪي ٿي.

پيھر ... جھڪي هيٺ ... ٻنڌي چـورياڻين ...

" هيئن ڪونہ ٻرندي" اتي رڏٽي جي طاق تان وڃڻو ڪنياڻين ... وڃڻو ... لوڏڻ ... هٿن ۾ پيل ڳاڙهين چوڙين جي مڌر جھٽڪار جو سريلو سنگيت ٻڌي، ٻاھ جي نڏڙن آلن جو ڪر ڪٽي سجاڳ ٿيڻ ... دونھين جي ڪارن ڪارن پوتن جو رڏٽي ڪان ٻاهر پڇڻ.

چلھہ مان رکيل ڪني جو ھلڪو سوسٽ
... ڍڪڻ ڪٽي ان ۾ ڏوئي گھمايائين. پوءِ ۾ رکيل
دلي مان وٽو پري ان ۾ وڌائين.

”ڪافي دير ٿي وئي آ اڃان ماني ڪانہ پڪي
... چاڻ پار اسڪول کان موٽيا.“ سوچيندي اٿي ...
آئي ڪنڌ ۾ رکيل دٻي ڏانھن اٽو ڪڍي ڇاڻڻ لڳي...

”ھي اٽو ٺيڪ ٿيندو“ ... اٽي ۾ پاڻي سلائڻ ...
اٽي کي ڳوھڻ....

نرڙ تي ھلڪيون ھلڪيون پگھر جون بوندون ...
ڳٽن تي ٻاھ جي آلن جي لالاڻ ... ڪيچليون چڳون
ھر ھر لھيو پيون اچنس ... سھٽي سھٽي مک چمڻ
لاءِ ... ٻئي ھٿ اٽي ۾ ثقيل ... ٻانھن سان تن کي
ڪري ٻئي مٿي ...

”ڇا مصيبت آ ــــ“ خار آيس. ”اڄي ڦاٽي آھيان
... ھي ڪم ھو ڪم ... نہ ڪم ٿي ڪري سگھان
نہ نوڪر نوڪرياڻي ٿي ملي. ھيڏانھن وار انھن ھر ھر
پريشان ڪيو آ ــــ“ ھٿ ڌوئي وارن جي ڪيچلين چڳن
کي رٻڙ ٻيند ۾ قابو ڪيائين. اٽي جا ننڍڙا ننڍڙا
چاٺا ٿا ھي ان کي ھڪ ھٿ ھيٺان رکي ٻئي ھٿ
جي ترڻ سان ھلڪا ھلڪا ڌڪ ھڻڻ لڳي ۽ انھن
کي گول گول ڦيرائڻ لڳي. ماني وڌڻ لڳي پر...
ٿورو اٽو ھٿ تي چنبڙي پيس ۽ مانيءَ جو ٽڙنگ

وڏو ٿي ويو. گهڙيل ماني خراب ٿي پئي. پيهر اٽو
ڪٽي ڇاڻو ڳاهڻ لڳي —
”نياڻي ماني ... اصل ٺهي ئي ڪانه ٿي“ ڇڙ
منجهان پڙڪڻ لڳي.
”سڄي عمر رڌو پڪو ڪيو هجيم ها ته هينئر پيڙ
لڳي ويٺي هجان ها ... پر مون ته اهو سوچيو ئي
ڪونه هئو.“
ڏڪڙ پيهر گهڙڻ لڳي ... هاڻ ڏڪڙ گهڙجي ويس
ان کي ڪٽي توي تي وڌائين. ان سان گڏ ديگڙي
جي سوسٽ جو آواز پڻ تيز ٿي ويس ... جلدي وٽو
پاڻيءَ جو ڀري ان ۾ وڌائين — پيهر ماني ڏانهن ڏٺائين
پر اها هيئنان سڙي وئي هئي.
ان کي اٿلائي وري پيو ڇاڻو ڪٽي ڦلڪو گهڙڻ لڳي —
” اڙي ! “ حيرت وچان رڙ ... ڪا ڳالهه ياد
اچي ويس.
”اٽي ۾ لوڻ ته ملايم ئي ڪونه. ڦڪي ماني ته
ڪنهن کي ڪانه وڻندي“ اٽڻ هڪ ٿالهي ۾ ڪڍي
لوڻ جي چپٽي ڪٽي ٿالهه تي رکيائين ۽ اٽو ان مٿان
ورايائين ...
لوڻ ملي ويو اٽي ۾ بلڪل هڪ ٿي ويو.
ڏسڻ لڳي ... سوچڻ لڳي ... مرڪڻ لڳي ...
”ويچارو! هي به بلڪل مون جيان آهي — ڇڻ تہ

سندس کو وجود کونھي، کا هستي ڪانھي کا اهميت ناهي."

"چا ڪجي؟"

عورت ته آهي مجبور... ڪيترو به پڙهي ڪيترو به ڳڙهي پر آهي ته سا ڳي نه ... جيڪا آدجڳاد کان هئي ... جيڪا صدين کان هئي.

سوچ سان گڏ انبي جي وراڻيءَ ۾ تيزي اچي ويئي. ائين ورور ڪرڻ لڳي جيئن پهن پر بيهي ماضيءَ جي گهڙيءَ ۾ جهاتي پائڻ جي ڪوشش ڪندي هجي.

پندرنهن ... ويهه ورهيه اڳ ... ننڍڙي ننڍڙي پتڪڙي زرينا ...... بيمار ٿي پئي هئي — کيس اسپتال ۾ داخل ڪيو ويو هو ...... اچي اچي ويهن ۾ نرسون ...

ڊاڪٽرياڻيون ... بلڪل ائين پيا ئيندي هئي ته چڻ کوه قاف تان پريون لهي آيون هجن. ۽ ڊاڪٽر راجه ته ڏاڏيءَ جي آکاڻي واري حور لڳندي هئس. اچي اچي ساڙهي ان مٿان اچو ائپرن ڊگهن ڪارن وارن جو جوڙو جنهن ۾ موتئي جي گلن جي سهٽي ويٺي. من چاهيندو هئس ته ويٺي ڏسندي رهيس.

۽ ڊاڪٽر راجه به ته کيس ڪيترو نه پيئيندي هئي. سندس ڳاڙهن ڳلن تي ڪيترين نه مٺيون ڏيندي

هئي. ۽ هن لاءِ هر دفعي ٿافيون ۽ ڪتاب ٻه، ٽي، آڻيندي هئي.
ان ڪري ڏسي سندس من ۾ هڪ ننڍڙو ننڍڙو خيال پيدا ٿيندو هئو. هڪ خواهش جاڳندي هئس.
”آئون ٻه جيڪر هن وانگر ڊاڪٽر ٿيان ته ڏاڍو سٺو — پر خبر نه آهي ڊاڪٽر ڪيئن ٿبو آ ...“ سوچڻ لڳي.
ٿيڪ آ ڳالهه سمجهه ۾ اچي ويس.
”امان ... مان ٻه ڊاڪٽر ٿينديس“ ننڍڙي ڪلپنا جوان ٿي ۽ ان جو اظهار ماءُ سان ڪيائين.
”ها راڻي“ ماڻس سيني سان لڳائيندي ڪيس جواب ڏنو.
”ها اسين پنهنجي ٻيبي کي ڊاڪٽر بنائينداسين.“ سندس بابل ڪيس هنج ۾ کڻندي مرڪي چيو.
وقت گذريو ... گذرڻ لڳو.
پورا ٻارنهن ورهيه.
هاڻ هوءَ انٽرسائنس جي شاگردياڻي هئي.
رات ڏينهن ... ڏينهن رات بس هڪڙو ڪم ...
رکو پڙهڻ ... شل نه ڪو ڪم ڪري.
”وڃ ٻيبي وڃي پڙهه ...... ڪم لاءِ اسين ڪوڙ آهيون.“ ماڻس چڙب ڏيئي رڌڻي مان ڪڍي ڇڏيندي هئس.
”ها ظاهر آ ... رڌي پڇ ئي آخر ڪنديس ڇا ؟

آخر ته ڊاڪٽر ”ٿيڻو اٿم.“ هڪ وچان سوچيندي هئي.
هڪ ... ٻه ... ٽي.
ڏينهن گذريا ... مهينا گذريا ... پورو سال گذريو.
انٽر جو امتحان ڏنو ... پاس ٿي پوزيشن سان ڪيس ميڊيڪل ۾ داخلا ملي وئي.
اڇي اڇي ائپرن ۾ اسٽيٿسڪوپ لڳائي، ڪالڪي ڪيترو نه اتم سمجهندي هئي.
”محنت شرط آهي. انسان جو چاهي حاصل ڪري سگهي ٿو.“ اڪثر پور پوندا هئس.
هاڻ ته هن لاءِ ڏينهن رات هڪ ٿي ويا هئا. هر وقت پڙهڻ جي ڳڻتيءَ ۾ ... ڪٿي رهجي نه وڃان.
پنج سال اک ڇنڀ ۾ ڊوڙندا لنگهي ويا.
هاڻ هيءَ هائوس سرجن هئي. اڇي ساڙهي. اڇو ائپرن. ڪنن ۾ اسٽيٿسڪوپ..ٽڪ ٽڪ ڪندي. ٽلندي ڊيل جيان ــ ڪڏهن هن وارڊ سان لنگهندي هئي ته ڪڏهن هن وارڊ مان.
مريضن کي تپاسڻ مهل اکين ۾ عجيب قسم جي جوت جلندي هيس ــ جنهن ۾ رحم جا ڪرڻا به هوندا هئا ته مقصد ماڻڻ جي هٺ جا به ــ
پر شايد کيس اها ڄاڻ نه هئي ته عورت ته مجبور آهي ۽ ايتري مجبور، جو مقصد حاصل ڪرڻ جي باوجود به مقصد ماڻي سگهڻ ۾ سندس وس نه هوندو

آهي. سندس ڏور ته مرد جي هٿ ۾ هوندي آهي ۽
پاڻ رکو ڪاٺ پتلي.
اڪ اها ڏور سندس پيءُ جي هٿ ۾ هئي ۽ هاڻ
اها ڏور ڪنهن ٻئي جي هٿ هلي وئي. ان شخص
جي هٿ — جيڪو هاڻ سندس تقدير جو مالڪ هو.
جنهن سان سندس عمر ڀر جو ناتو هئو.
اهو شخص جميل هئو. سندس گهر وارو، سندس
پتي ”زرينا.“
”جي.“
”هڪ ڳالهه چوانءِ.“
”چئي.“
”مجينديئن.“
”ها.“
”ڏس، جڏهن به آفيس سان تڪجي واپس ايندو
آهيان ته دل چاهيندي آهي ته تون گهر ۾ هجين.
سان اچان، تون مرڪندڙ مک سان منهنجو ڪوٽ لاهين
... پر جڏهن به آئون هت پهچندو آهيان، ته تنهنجي
بجاءِ نوڪر در تي نظر ايندو آهي. سچ پچين ته ڏاڍي
خار وٺندي اٿم. ڪيترو نه چڱو ٿئي جو تون نوڪري
ڇڏي گهر ۾ رهين.“
”چا تسا چئو نوڪري ڇڏي ڏيان!“ حيرت ...
”ها ... ۽ مون کي تنهنجو ڪمائڻ به ته سٺو نه ٿو
لڳي. ماڻهو چا چوندا زال جي نوڪريءَ تي ٿو ٽڪي.“

ٿيڪ آ آئـون اوهان کي پنهنجو پٽسو ڪونه ڏيندس.“ زرينا مرڪي لنوائڻ لڳي.

”پر هن جو ڇا ٿيندو ... شادي ڪجي ته ٿي اهو سوچي ته هاڻ گهر زال جي حوالي هوندو. اها مرڪي استقبال ڪندي، سا ڳالهه ته ملي ڪونه ٿي. تنهنجي ڊيوٽي ڪڏهن ڏينهن ته ڪڏهن رات ۽ پوءِ به الله جو ڏنو چڱو آهي. هڪڙي جي ڪمائيءَ مان جڏهن پورت پئجي سگهي ٿي ته پوءِ کهٽو ڇو اوڙجي؟“ جميل پيهر زور ڪرڻ لڳو.

پوءِ جميل جي اڳيان سندس هڪ به نه هلي نوڪري ڇڏي ڏنائين.

نوڪر به گهر مان نڪري وين. هاڻ سڄو ڏينهن گهر جي هڻ هٽان ۾ رڌل- صبح جو نيرن ... ان بعد گهر جي صفائي ... گهر جا ڪپڙا لٽا ڌوئڻ ... ٻنپهرن جي ماني- سلائي ... شام جو رڌو پڪو ... سڄو ڏينهن هڻ هٽان.

... ... ...

هن وقت ٽڪل ... مک تي ڏک ۽ ڪاوڙ جون ريڪائون ٻئي هٿ اتي ۾. ڪڏهن ڍڪ لاهي ڪُنو ٿي ڏسي، ته ڪڏهن ڊڳڙ تي اٿلائي. اجهو در تـي ٺڪ ٺڪ ٿي.

ڊڳڙ ڊيڪيءَ تي رکي ڊوڙ پائي در کولي ٿي.

ٻه ٻالڪ گهر ۾ داخل ٿين ٿا. مڪ ڏان سختي ڪاوڙ
گم ٿئي ٿي. اکين ۾ مامتا جلي ٿي. مرڪي جهڪي
ٿي ٻارڙن جي ڳلن کي چمي، سندن ٿيلها لاهي کين
اندر وٺي ٿي.

”جميل ٻه سچ ٿي چيو. نه هجان ها گهر ۾ ته
ڇا نوڪر ٻارن جو خيال ڪن ها.“ سوچي ٿي. تڪڙا
تڪڙا هٿ هلائي ڦلڪا گهڙي ٿي.



# ٩

## مٺي پڇاڙان

سهڻا، سندر سندر، ننڍڙا ننڍڙا، ٻوٽا جهڙا ٿيندا آهن.
۽ ٻوٽا ڪنهن کي نٿا وڻن؟ هن به اهي وڻندڙ سهڻا ٻوٽا
پڪڙي، انهنجي مٺ ۾ جهلڻ ٿي گهريا. پر ٻوٽا هٿ ئي
نه آيا ۽ ٻهاڙڪن ٻساهن ۾ به سندس هڪ هنڌ ڪهيل اکين
اڳيان آڏرندڙ به ٻوٽا ئي تــــ هئا... انهن جي جرڪندڙ،
ٻڄندڙ ۽ ٻورجندڙ رنگ برنگي ٻرڙن کي حاصل ڪرڻ جي
حسرت هئي. خوبصورت سهڻن جي زندگيءَ جـــي حسن سان
ڪيڏي نه وڏي ڪيڏ هئي.

وري ساڳي مونجهه ... وري ساڳي اداسي ... اداسي ۽ مونجهاري کان وانجهي ٿيڻ لاءِ، ويچارن جو وهڪرو ٻيءَ پر وهايان ٿي ... پر وس نه ٿو هلي ور ور ڪيو اخباري خبر آڏو پئي اچيم ... خبر جا عمر ۾ صديـن کان ٻه جهوني ۽ کهيءَ ۾ نڍي نينڍي ناريءَ سمان... ڳاڙهو وڳو اوڍي پيرن ۾ ماضيءَ جي پايل ڇمڪائيندي سندم آڏو ڇم ڇم ڪري نچي رهي آهي.

ماضيءَ جا گهنگهرو آهستي آهستي پيري پـور ٿي رهيا آهن. ۽ هوءَ معصوم مرڪ سان سـونڊي نهاري رهي آهي.

"ادي مونکي به پڙهائيندو؟"

"پڙهڻ سان ڏاڍو چاهه اٿئي؟" پڇانس ٿي.

"ها ادي تمام گهڻو بابا ٿو چئي، توکي ڊاڪٽرياڻي بنائيندس." هوءَ ابهراڻيءَ ۾ ٻڌائي ٿي.

' هان!... ڏاڍو سٺو ضرور توکي پڙهائينديس."

"پوءِ سياڻي ڪان اچان؟" پڇي ٿي.

"ها ها .. پلي اچجانءِ"

هوءَ وڃي ٿي.

”ڪير هئي؟“ نندي ۽ ڀيڻ ڪان پڇان ٿي.
”منهنجي ڪلاس فيلو آهي. ويچاريءَ کي ماءُ
ڪونهي رکو پيءُ اٿس ۽ هڪ ڀيڻ ٻه اٿس... پڙهڻ
جو مڙئي گهڻو شوق اٿس. اسان جي گهر جي پويان
تين گهٽيءَ ۾ ٿي رهي.“
سندس اچڻ ۽ منهنجو پڙهائڻ.
”ادي هي ڏسو مون نائين ۾ فرسٽ ڪلاس مارڪون
کنيون آهن.“
”ڏادو سٺو... محنت ڪبي ته ان جو ڦل به ملندو“.
”ادي هڪ ڳالهه ٻڌايانءِ؟“ هيڏانهن هوڏانهن
نهارينديءَ اچانڪ مخفي لهجو اختيار ڪرڻ.
”اسان جي گهر جي ڀرسان جيڪا نجما رهندي آ
نه... سا هڪ ڇوڪري سان پيار ڪندي آ.“
منهنجو ڪلڻ ۽ سندس حيران نظرن سان مون کي ڏسڻ.
”ڇري... پيار ڪو گناهه ته ڪونهي... پيار جو
ٻج ته پالڻهار هر جيو ۾ وڌو آ... ڪو پونواري ڪري
ته نڪري نروار ٿئي پر جي ڪو اکيڙڻ چاهي ته به
نه اکيڙجي رهندو ۽ اهنج ٿي.“
”پر ادي ڪو مونڏانهن آ گر به ڪٿي ته ڪر ڏاڍو
خراب لڳيم“.
”اڇا ٻالڪ آهين نه ان ڪري“. منهنجو مرڪڻ.
”ادي ڏس نه... سچو جڳ کلي ۽ ڏلا وني اهو
ڪو ڻهي ٿو؟ ۽ وري رکو ڇوڪريءَ جو نالو ٿورئي ٿو

خراب ٿئي چنڊا ته مائٽن تي به پون ٿا ... ڇي فلاڻي جي ڌيءُ اهڙي فلاڻي جي پيڻ اهڙي" مون کي سمجهائي ٿي.

"جڳ جي انهيءَ دستور ته اسان کي ماريو آ."

"خبر نه آ ادي ائين ڇو ٿو ٿئي؟"

سندس سوال پر ورندي مون وٽ به ڪانه.

۽ پوءِ ... هڪ وار هوءَ مون وٽ آئي.

اکين ۾ لڙڪ ... ڇپن تي سڏڪا.

"ڇو خير ته آهي؟" ڳوڙها اگهندي پڇيو هئو مانس.

"هي ڏسو ادي" ڏسڪندي ڪتاب مان هڪ خط ڪڍي آڏو ڪيو هئائين. خط پڙهيم ڪنهن ڪاليجي ڪڪي جو قرب نامو هئو.

سائڻ!

خط ڏسي حيران ته ضرور ٿينديءَ، پر آءٌ سخت لاچار آهيان. خط ڪانسواءِ ٻي ڪا واهه به ڪانهي يقين ڪج ڪو تو لاءِ بري نيت ڪونه ٿو رکان. رکو تو کي پنهنجو بنائڻ ٿو گهران. هوند راضي ٿي مون تي مهر ڪرين.

فقط حڪم جو بندو.

"هن ۾ روئڻ جي ڪهڙي ڳالهه؟" پڇيو هئو مانس.

"ڪير ڏسي وٺي ته هوند ڇا چوي؟"

"ڇا چوندو؟"

"چوندا ته ڇوڪريءَ جي چال خراب آ"

”پر راڻي هن ۾ تنهنجو ڪهڙو ڏوهه... تو ڪنهن کي ٽوڙڻي چيو هئو تہ مون کي خط لکو“ سمجهايو هئومانس.

”تڏهن تہ ڏجان ٿي... ماڻهو تہ هر حال ۾ ڇوڪريءَ کي ئي ڏوهہ ڏيندا آهن ۽ ادي اوهان کي تہ چاڻ آ برادريءَ ۾ پهرين ڇوڪري آهيان جا انگريزي ٿي پڙهي. ۽ جي اهو خط ڪنهن کي هٿ لڳي ها تہ چون ها تہ پڙهي ڪري آ“ چوي تہ سئو سيڪڙو سچ پئي پر وري بہ آٿت ڏني هئي مانس.

”نہ راڻي تون دل نہ لاهہ ... سچ هميشه سونو آ ... تنهنجي دل صاف آ تہ ڪو ڀؤ ڀولو ئي نہ ڪر“.

۽ پئي ڏينهن جڏهن هوءَ معمول جيان مون وٽ آئي تہ سندس اکيون سڄيل هيون ۽ لڳ ڪانداريل.

”ڇو؟ رات جاڳي آهين ڇا؟“

”ها، ادي الائي ڇو ننڊ نہ آئي پاسا ورائي ورائي جڏهن ٿڪجي پيس تہ وچي قرآن پاڪ جي تلاوت ڪيم ۽ سنهن ڪاڻم تہ جيستائين ڊاڪٽر نہ ٿينديس تيستائين اهڙو ڪوبہ ويچار من ۾ نہ آڻينديس.“

ڏٺي ... ستل جذبن جي جاڳڻ ڪان ڏڃي وئي آ. من ۾ ويچاريم ۽ ڪيس پڙهائڻ لڳي ويس.

سندس چاهہ ۽ محنت جو ڦل ڪيس فرسٽ ڪلاس جي شڪل ۾ مليو. پاڻ هائي فرسٽ ايئر جي شاگردياڻي

هئي. پر چوندا آهن غريب جي ڪنيءَ ۾ ٽنگ.
سو پڌم ته سندس هيءَ گذاري ويو.
”ادي امان ته ننڍپڻ ۾ موڪلائي وئي بابا جي
ڏي تي پيون ٽڳنديون هيوسين. اڄ اهو به اسان کي
هيڪلو ڇڏي هليو ويو.“ هنجون هارڻ لڳي.
ڪڏهن ڪڏهن اسان اڪرن لاءِ به ڪيڏا نه لاچار
ٿي ويندا آهيون. مون لاءِ اهو سمو ڪجهه اهڙو هئو.
سمجهه ۾ نه پئي آيم ته ڇا چوان.
وقت ئي انسان جو وڏو ويري، وقت ئي انسان جو
سچو سڄڻ. لاڳيتي مهيني ڪن ڪانپوءِ هوءَ مون وٽ آئي.
پيشانيءَ تي پريشانيءَ جون ريکائون...
”ادي سمجهه ۾ نه ٿو اچيم ته ڇا ڪريان؟ ڪالهه
ڳوٺان مامو آيو زور پيو ڪري ته هلي ساٿس رهون...
هاڻي جي اسان ساڻس وڃون ٿا ته پڙهائي ٿي رُلي.“
”پوءِ ڇا ارادو اٿئي“ پڇيو هئومانس.
”ادي پنهنجو گهر... پنهنجو گهر آ... ڳوٺ ته
اسان به ڪونه وينديونسين. هونئن به ادي مامي سان
امان جي پوت ناهي. ملڪيت تان شروع کان ئي
جهيڙو آ. امان جي جڙي توڙي مٺي لڙي نه اسان کي
پچيائين.“
آواز ۾ ڏک ۽ رنج شامل هئس.
ٻن ٽن ڏينهن ڪانپوءِ وري آئي هئي.
”ادي ڏٺئه نه مامي جا ڪم... ماڻهو مڪو اٿين

'جي ڪوٽ نٿيون اچو تہ ملڪيت لکي ڏيو تہ اها اٌ سنڀاليان... توهان نياٽيون ڪٿي ٻني ٻارن جي ڪمن کي سنڀاليندي يون'... "هہ وڏو اسان جو اوڏو اٿس". سندس لهجي ۾ ڌڪار هئي نفرت هئي.

"سچ ادي اچي تہ منهنجي آڏو ڏيانس سڌو جواب."

اڪيون نفرت کان جرڪڻ لڳيون هئس.

* * *

ٽيو ڏينهن رات جو گولين جا ڪجھ آواز ٻڌم.

"شهر ۾ شايد ڌاڙيل آهن" نندڙيءَ پيڻ انومان ظاهر ڪيو.

صبح ٿيو... پاڙيواري ڊڪندي آئي... خبر ٻڌايائين ... يقين نہ آيم، ٽيٽي اٺ ٽيٽي هئي لڳيم ... ڊڪندي سندس گهر پهتيس.

منهن جي نندڙي لال ڪنوار ٿيو اگهور ننڊ ۾ستي پئي هئي.

"ادي..." سندس بجاءِ سندس نندڙيءَ پيڻ جو آواز هئو... اوچنگارن سندس آواز تي گهٽيو... "مامي ... کيس ماري ڇڏيو." کيس ڀاڪر ۾ پري هنجون هارڻ لڳيس... ڳوڙها ڳاڙڻ لڳيس ...

* * *

... اڄ کيس جدا ٿئي ٽيو ڏينهن آهي ... سندس قبر اڃا آلي آهي.

"ادي هيءَ اخبار ڏس" نندڙي پيڻ اچي اخبار ڏنيم ٿي.

اخبار ڏسان ٿي لڳم ٿـو ڪنهن منهنجن چاڪن کي چيري ڇڏيو هجي. مٿو ڦريم ٿو ۽ اخباري خبر جا عمر ۾ صدين کان بہ جهوني، ڪهيءَ ۾ ننڍي نينٽي ناريءَ سمان ڳاڙهي رڱيل چني اوڍي پيرن ۾ ماضيءَ جي پايل ڇمڪائيندي سندم آڏو نچي رهي آهي.

"مامي پنهنجي ڀاڻيجي کي قتل ڪري ڇڏيـو. قتل جو ڪارڻ غيرت ڄاڻايو ويو آهي ۽ چيو وڃي ٿو تہ آشنا موقع واردات تان ڀڄي وڃڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو."





## ٻڙدي ٻوڙان

ٻڙدي ٻوڙيان چا تو وهي واهري؟ ساٿين جي اکين ۾ ڌوڙ وجهي سچو ۽ ڪمائتو ثابت ڪرڻ ۾ هو ڪيترو نه ڪريل تو لڳي! اونداهيءَ ۾ اصليت جو روپ ڪيڏو نه مڪروح آهي! مرد جون اهي مردانيون حرڪتون ڪيس اچا اوچي ڳاٽ ٿيون ڀهارين ۾ جيڪڏهن ڪا عورت اهڙي همت ڪري ته چادر ۽ چوديواري جو ڀرم نه ٿيو هوي. عزت ٿي لتاڙجي، غيرت ڪي ڏي غيرت اچي ۽ ٻوءِ اهو ئي معاملو خالص مرداڻو ٿيو هوي.

**ڪيڏي** نہ مونجھہ ٿئي ٿي...سانجھيءَ جو وڳڙو رات جي پوُڪان ڪيڏو نہ ھيسيل پيو لڳي...ھر طرف اداسي ۽ ڊپريشن...شام جو پويون پھر وڪون ٻہ ٽہ ننڍڙيون ٿو ڪٽي.

”ھن بوريت کان ٻچڻ لاءِ ڇـــا ڪجي؟...“ ويچاريان ٿو.

”او...ھا ڪلھوڪو رکيل ناول ڇونہ پورو ڪيان؟“ اٿان ٿو، ناول کڻي پڙھڻ جي ڪوشش ڪيان ٿو.

”لڙھندڙ نسل“...ڊپريسڊ ناول ويتر پيو ڊپريسڊ ڪريم. اجائي مونجھہ ويتر ٿئي وڌندي وڃيم.

لڳيم پيو ڇڻ پٽيون ٻہ پيون ڪائڻ اچنم...خبر ناھي ڇو ڪڏھن ماڻھو بنا ڪارڻ ٿي اداس ٿي ويندو آ.

اڙي...ھا...ڇونہ ھيءَ وقت ڪنھن ايئرڪنڊيشڊ سينيما ۾ زوردار قسمن جا ناچ ڏسندي گذارجي، ”ڏرتي دل وارن جي“ مزو اچي ويندو. واچ ڏسان ٿو، اجان ٽائيم آھي...پر ڪيلائيپ ۾ ٽہ فلم ٻہ مزو ڪونہ ڏيندي. ٺيڪ آ زاھد کي وٺي ٿو منٿ ڪيان. پر زاھد الائي ھلي يا نہ؟...خير ڏسانس تہ سھي ھونئن ٻہ اڄ ڪلھہ

زاهد اهو نہ رهيو آ.. پر اچــان پورو بدليو بہ نہ آ.
هيراري جي هيرنگ پچندي بہ نہ لهي...خير وري بہ
ڪافي "امپرووسينٽ" آ. ياد پيو اچيم ڇهہ مهينا اڳ
وارو واقعو.

زاهد ۽ منهنجو رستي تان لنگهڻ:

"يار انور"، اوچتو سندس ڇهنڊيءَ جو ٺڪ ٺ.

"ڇو؟ ڇا ٿيو؟"

"هو ڏس..." سندس اشارو...منهنجو اوڏانهن ڏسڻ.
پريان هڪ نينگري.

"ڏس سچي دل سان ياد ڪيومانس تہ اچي نڪتي."

"اڇا تہ اهائي جبل جي پري آ جنهن لاءِ ڇٽي
آندي اٿئي."

"پر يار ڏيانس ڪيئن؟" سهڪندي پڇيائين.

"هيئن ڪر جو سندس آڏو وڃي لفافو اڇل"

"ها، ائين ٿو ڪيان." نينگريءَ جو اسان جي پرسان
لنگهڻ ۽ سندس لفافو اڇلڻ.

"پائو، هيءُ اوهان جو لفافو ڪري پيو." نينگريءَ
جو نهٺائيءَ سان لفافو موٽائڻ ۽ سندس پگهر ۾ شل ٿيڻ.

"ڇو ابا خير تہ آ؟"

"بس يار پنهنجا تہ پاڪ قتل آهن. هيءَ ڇهين
جل پري آ جا جواب ۾ "پائو" پئي ڪوٺيم." سندس
نراسائيءَ وارو جواب. زاهد منهنجو گهاٽو يار آهي.
ننڍپڻ پنهي جو گڏ گذريو: راند ڪان وٺي پڙهائيءَ

تائين... پر سائين پلو ڦٽي مائي مينرڪ صاحب جو، جا
چئن سالن کان هرو ڀرو اسان ٻنهي جي وچ ۾ سماج
واري پت تي ٻيٺي آ... سون وارو همراه مائي صاحب کي
ايترو ته وڻي ويو آ جو اصل پچر ئي نه ٿي ڇڏيس."
اوهه... دير ٿي ٿئيم، بوٽ جا ڪشا ٻڌي ٻاهر
نڪران ٿو. پندرنهن ويهه منٽ سندس گهر تي پهچندي
ٿي ويندا هيئنر به ڪ اٺ، هوندو پڙهڻ ۾... ڇهه مهينا
اڳ ۽ ڇهه مهينا پوء... ڪيڏو نه انقلاب اچي ويو آ.
اڳ ڪتاب کڻڻ نه پڇندو هئس، هاڻي ڪتاب ڇڏڻ.
سڄو ڏينهن مٿي ويٺو پڙهي. اهي ڏينهن به اڪين
آڏو اٿم جڏهن ماسي نيڻن ۾ نير پري چوندي هئي
"ابا انور سمجهائينس... سڄو بار ڪلهن تي اٿس تـه به
نه ٿو سمجهي... پيءُ هجيس ها ته هوند ڪٿي ڪمائي
ڪارائيس ها... نه اٿس اڳ نـه پٺ، نـه ٻئي نـه ٻارو-
ڪندو ته ڪندو ڇا؟"
۽ هاڻي ٿنهن ڏينهن.
ماسيءَ ٿي چيو، "ابا انور سمجهائينس سڄو ڏينهن
مٿي بند ويٺو پڙهي... نه مانيءَ جي گهٽي اٿس نه ٽڪيءَ
جي... سڄو ڏينهن ائين پڙهي پڙهي بيمار نه ٿي پوي."
ڪيڏو نه فرق اچي ويو آ همراهه ۾... ٽوڻن ۽ پڙڻ ۾
اعتقاد نه هوندي به قائل ٿيڻو پيو.
واقعي ٽوڻن ۾ ڪافي اثر آ. ڇهه مهينا اڳ اسان
جي ماسي ويچاري به مايوس ٿـي ٻيءَ جنان وٽ وئي

هئي. اوسي پاسي کان پنج سو کن قرض ڪري ڪيس
مٽائي به ڏني هئائين.

”ابا بس، سائڻ جي مهرباني آ...نينگر به هاڻ
سڌريو آ...صدقي وڃانس سچو ڏينهن ستي ويٺو پڙهي
نه ڪاڏي جو هوش اٿس نه پيتي جو.“

اجهو سندس گهر آڏو آ...دَر ڪڙڪايان ٿو.

”ڪير آ؟“ ماسيءَ جو آواز.

”ماسي آءٌ آهيان انور...“

”ابا...تـون...اچ ڀلي ڪري آئين...جيءَ ڪري
آئين...خوش ته آهين نه...“

”ها ماسي، اوهان جون دعائون آهن...پر زاهد
ڪٿي؟“

”ابا، ٻچڙو صبوح لاڪون ستي ويٺو پڙهي...سنجهند
رکو مانيءَ لاءِ هيٺ لٿو هو...“ ماسي ٻڌائي ٿي.

”چئين ته ڪري سڏيانس“

”نه ماسي، پاڻهي ٿو وڃي سڏيانس.“

ماسيءَ کي جواب ڏئي ڏاڪڻ جي ڀرسان اچي
ٿو...چو نه اوچتو وڃي ڇرڪايانس...

نئڊيڻ ۾ ”هئو“ ڪري ڊيڇارڻ ڏاڍو وڻندو هئم.
آهستي آهستي ڪري مٿي چڙهان ٿو. در ڀيڪڙيل
آ_آهستگيءَ سان کوليان ٿو.

اندر وڃان ٿو.

زاهد ويٺو آ دري جي ڀرسان...هٿ ۾ دروبيني

وٽيءَ ماڻ ڪجهه ڏسي پيو…
”هئو“ رڙ ڪيائين ٿو. هو ڏڪي وڃي ٿو.
”اڙي! تون، اڄ يار انو ڪيئن اچڻ ٿيو“. هو سوال ڪري ٿو.
”پر تون ٻڌاءِ تون ڇا پيو ڪرين؟“
”بس يار ڳالهه نه پڇ…اڄ ڪلهه ته پنهنجون پنج ئي گيهه ۾ آهن…هيڏانهن اچ…هي ڏس…“
دور بيٺي ڏيندي چوي ٿو.
آءٌ ڏسان ٿو. سامهون گهر ۾ ٽي چار ٽاهوڪيون نينگريون پنهنجن ڪمن ۾ رڌل.
”ڪير آهن؟“ پڇان ٿو.
يار پنج ڇهه مهينا ٿيندا جو لڏي آيا آهن. هوءَ ساوِن ڪپڙن واري جل پري ڏس. اصل لاهه ڪيڏي چڙيا آئين…پنهنجو ته صبح شـــام سندن ئي ديدار ۾ ٿو گذري.“ اک ٻيچندي مرڪي جواب ڏئي ٿو.





## گهائل من جي گهائل آس

طبقاتي سماج ۾ طاقتور ڪمزور تي حاوي آهي. مٿين طبقي وارو فرد هيٺين طبقي سان برماريت واري پاليسي اختيار ڪري ٿو ۽ هيٺين درجي جي عورت کي ته ٻاڻ ٻٽو ظلم ٿو سهڻو ٿو پوي. هن وشال سماج جي سمونڊ ۾ عورت انهيءَ ٻيڙي مثل آهي جا اڪيلي لهرن جـــو مقابلو ڪري ٿي، ساموندي واڪن کان پاڻ بچائڻ جي ڪوشش ۾ سرگردان آهي. نيٺ ونجهه ڀڄيو پون. سڙهه ڦاٽيو پون ۽ هوءَ سيٽو ساهي اڳتي وڌندي ٿي وڃي. ٻيڙيءَ جي سڙيل ڪاٺي ۽ ڦاٽل سڙهه ۾ ٻه هڪ ايمان هوندو آهي ۽ هوءَ انهيءَ وسيلي ڪيترن ئي زوردار طوفانن جو مقابلو ڪري ٿي. سندس حوصلي اڳيان هوائن جا رخ سنجهو وڃن ۽ جڏهن سڀ وسيلا هٿان ڇڏائجي وڃن ته ٻوءِ آس ٽٽيو پوي ۽ گهائل من جيئڻ تان ئي هٿ کڻيو ڇڏي.

**هن** جو من گهائل گهائل، جيون جي ڪوڙي ساز تي گهلجندو، گينڊاڙبو اڪيلي وڌي رهيو آهي. هڪ انت ڏانهن، هڪ ڏورانهين منزل ڏانهن! سندس سرير سنڌ سنڌ ڀيڙا، لڙهي رهيو آهي دردن جي ساگر ۾ لڙڪن جي سمونڊ ۾!...
۽ هيءَ:

لڏي رهي آهي، لمي رهي آهي، هڪ سڪل ٻن جيان جنهن جي ڪا منزل، ڪو ماڳ نه آهي.

رات جي اونداهيءَ ۾ سمورو جڳ اگهور ننڊ ۾ ستل... پر هيءَ جاڳي رهي آهي. سندس من ۾ آنڌ مانڌ ۽ بيچيني آهي. ڪيس ڀاسي رهيو آهي ته اڄ به رات هن لاءِ آگري آهي. چنڊ اونداهون آهي...ڪڪرن جا اڪٽ انبار ان مٿان ڇانيل آهن، هوا جي ڪا به لهر جن کي ڏوڏي نٿي سگهي.

چنڊ اداس آهي ڪاراٽيل آهي...بلڪل سندس من جيان. جن تي ڏکن جا اڪٽ انبار ڇانيل آهن.

هوءَ ڪاري ڪاري ڪڪرن ڀريل آسمان کي تڪي رهي آهي. آڪاس جي پکڙيل اونداهيءَ مان

کي ياد ڪيريون چونڊي رهي آهي. اڄهو هينئر هن
اکيون پوريون ڪجھ ترورا، ڪجھ ڦوڪٽا، مختلف رنگ
ٻڻائيندا سندس اکين آڏو نچي رهيا آهن.
گلابي... ڳاڙها... ڪارا... اڇا...
هڪ ترورو وڌڻ لڳو، پکڙجڻ لڳو، سندس رنگ
جو چٽو ٿيڻ لڳو ۽ هوءَ غور سان ان رنگ کي ڏسڻ
لڳي... اڇو... اڇو پاڪ ۽ پوتر رنگ... ماءُ جي سڪٽيءَ
جهوليءَ جهڙو... سندس چپ لڏي رهيا آهن. دردن جا
پکيڙا سندس گهنجيل منهن ۾ آڪيرا اڏي رهيا آهن
۽ هوءَ پڙڪي رهي آهي، "جن مانکي ڏک ڏنو، الله
ڪندو سک اهي به ڪين لهندا، اهي به مون وانگر
روئندا رڙندا... انو... پٽ تون گهبراءِ نه... آءُ توکي آزاد
ڪرائيندس... آءُ گورنر ڏي تار ڪرائيندس هو ضرور منهنجو
فيصلو ڪندو... ڪلهه چوٿين پير تي به ٻڌ باسيو هئم نيت ته،
رب منهنجي ٻڌندو نه! آءُ توکي بند مان ضرور
ڪيرائيندس ۽ پوءِ توکي سيني سان لائي مٺڙ يون ڏيندس. پر
هڪ ڳالهه ياد رکج آءُ توکي ٻاهر نڪرڻ ڪونه
ڏيندس متان هو ظالم توکي ٻيهر نه قيد ڪن." هوءَ
اکيون کولي رهي آهي. سندس اکيون هڪ مرڪز تي
بيهي رات جي اونداري ۾ گم ٿي رهيون آهن. سندس
مک تي ڪاوڙ جون ريکائون اڀرن پيون.
"جمن ته صفا چريو آهي مان سان وري ڪوڙ پيو
ڳالهائي مانکي پوڪ ٻڌائي چوي پيو ته "انو حيدرآباد

۾ وڪيل آ پرڏيو ۽ آ...نه نه...نسورو ڪوڙ آهي ۽ ڪ
آهي. هو غريب...هو غريب ته قيدي آهي...بند ۾ آهي
ڪيس آزادي گهرجي..."

هوءَ ڏسڪي پئي...سندس روح تڙقي پيو...اندر جي
آڳ اجهائڻ لاءِ دل جو درد ستائڻ لاءِ...

... ... ...

اڄ به آڪاس ۾ اونداهي آهي...اونداهيءَ ۾ ڪي
ڪي تارا ٽمڪي رهيا آهن ڏيئي جي وساندڙ وٽ
جيان. هڪ تارو ڪريو...چمڪات ڪندو اونداهيءَ جي
پاتال ۾ گم ٿي ويو...سندس من اساتجڻ لڳو...نيڻ آلا
ٿيڻ لڳا هن ڏک کان اکيون نپوڙيون. لڙڪ اڇايل
ذرتيءَ پيتا...مختلف رنگ سندس اکين اڳيان دائرا
ٺائي نچڻ لڳا...

گلابي...ڳاڙها...ڪارا...اڇا...

هڪ رنگ وڌيو وڌڻ لڳو...گلابي گلابي ڪنهن
سندر ناريءَ جي پوتر پريت جهڙو...ڪنهن عورت جي
پيار جهڙو.

هوءَ پڙڪڻ لڳي، "ظفر...ظفر...ڏس تنهنجي سڪان
ڪيڏي نه اداس آهي ڪيڏي نه ڏکويل...توکي سندس
ذرڙو به خيال نه آيو تون ته مانکي سدائين سکيو رکڻ جا
سنهرا خواب ڏيکاريندو هئين. ڏس ظفر تنهنجن مٿن مانسان ڪيڏا
نه ڪلور وهايا آهن. ڪين مانهنجو ته ڪوبه خيال
ناهي...مانهنجي انوءَ کي به مان کان ڌار ڪيو اٿن..."

هوءَ ظفر کي ڏورڻا ڏيڻ لڳي.

ماضيءَ جي روشني سندس نيڻن مان اٿلون کائڻ لڳي. پراڻا سندر ڏينهن ور ور ڪري سندس اکين اڳيان ڦرڻ لڳا...اهي ڏينهن جڏهن هوءَ ڦوهه جوان هئي. آهي ڏينهن جڏهن هوءَ ظفر سان ملي هئي...اهي ڏينهن جڏهن پريت جا موتي هن سِ ۾ ماڻيا هئا. ڪهڙا نه پيارا ڏينهڙا هئا ڪيڏا نه وڻندڙ.

هوءَ رئيس جان محمد جي ڪمدار رمضان جي ڌيءَ هئي. سندس نالو سڪان هئو. ٻهراڙيءَ جي فطرتي حسن جيان سندس سونهن به فطرتي هئي. سندس سوپيا ميڪس فيڪٽريا گـالا آف لنڊن جي محتاج نه هئي. سندس چپ لپ اسٽڪ بنا ڳـاڙها هئا... ڳل روج بنا گلابي. جڏهن ڏکها ڏکها پنبڻ کڻي ڪنهن ڏي نهار ڪندي هئي ته ڏسندڙ جي دل اندر ئي اندر پيهجڻ لڳندي هئي. سندس ڏکها وار واسينگن جو گمان ڏيندا هئا. انهن ئي ڏينهن ۾ ظفر هن کي ڏٺو. ظفر رئيس جان محمد جو اڪيلو پٽ هو. هو هڪ چترڪار هو فطرت جو پوڄاري سندس من ۾ فـن جـي چاهت هئي هو هٽ تصويرون بنائڻ آيو هئو.

... ... ...

هن کي اڄ به اهو ڏينهن ياد هو جڏهن پهريون پيرو هن ظفر کي ڏٺو هـو. صبوح جو وڳڙو هو. سج به پورو ڪونه اڀريو هو. هو پرواري ڪوه تان پاڻي ڀرڻ

نڪتي هئي. اڄ هوءَ هيڪلي هئي ڪابہ سرتي ساڻس
گڏ نہ هئي. هوءَ پاڻي ڀري وڃڻ لڳي. هوا جي ٿڌڙي
هير سندس جسم مان سيسراٽ ڪڍائيندي اڳتي وڌي.
دلو ڇلڪيو، پاڻي سندس ٻت کي ڀڄائيندو هيٺ وهيو
۽ هوءَ پاڻ کان لڄي ٿي هيڏانهن هوڏانهن ڏسڻ لڳي.
هڪ صاحبلوڪ کي پاڻ ڏانهن مرڪندو ڏسي گهٻرائي
تڪيون وکون وڌائڻ لڳي.

”نينگري ٻـــڌ تہ سهي.“ صاحبلوڪ جو آواز هو
جيڪو سندس پٺيان اچي رهيو هو.

”ڇا؟“ هوءَ چنريءَ جي پلاند مان پاڻ کي ڍڪڻ
جي ڪوشش ڪرڻ لڳي.

”تنهنجو نالو ڇا آهي“؟

”سڪان“ هن ڏکيا نيڻ جهڪائيندي ورائيو.

”تنهن جي پيءُ جو نالو ڇا آهي.“ هن مرڪندي
پيو سوال ڪيو.

”رمضان.“ سندس منهن هيڊائون ٿيڻ لڳو.

”چڱو تون ويلي هل.“ نينگريءَ جو منهن لهندي ڏسي
هن مرڪي چيو هو.

ٻئي ڏينهن هي سندس گهر آيو هو.

”امان اڄ ڪڪڙ رڌبو. رئيس جو پٽ ايندو.“
سندس پيءُ جو آواز هئو.

”هائو بابا.“

۽ پوءِ جڏهن هن رئيس جي پٽ کي ڏٺو تہ سندس

دل اندر ئي اندر ويهڻ لڳي.

هي ته ڪاهوڪو صاحبلوڪ هئو. اج به هن ڏانهن مرڪي نهاري رهيو هو، سندس مرڪ ۾ هڪ نياپو هئو، هڪ سنيهو پيار جو، قرب جو. پر هو آڇاڻ هئي. ان مرڪ جي مطلب کان بي خبر، دل جي اندر ويهڻ کان ناواقف.

۽ پوءِ جڏهن پهريون ڀيرو ظفر هن سان قرب جون ڳالهيون ڪيون هيون.

”تون منهنجو جيون آهين... تون منهنجو پيار آهين سکان. آءٌ توسان وهانو ڪندس. توکي شهر وٺي ويندس“ ته، هوءَ ڪيڏو نه بي چين ٿي هئي. سندس وڏيون اکيون هر هر آليون ٿيڻ لڳيون هيون.

خبر ناهي ڇو؟ شايد پريت جو اثر هو، پاڪ پوتر پيار جو سندس پيار. وقت جـــي وهڪري سان زوزات ڪندو اڳتي وڌندو ويو- هلندو ويو.

اج وري سندس ذهن اٿل کاڌي. گذريل ڪهاڻيون وسريل واقعا ياد آيا.

اج به اپ اونداهون آهي. ڪارا ڪارا ڪڪر ڊوڙي رهيا آهن- هڪ پاڳل جيان بي مقصد بيڪار... سندس اندر ۾ ٻاٽ اونداهي آهي پر اوچتو سندس من ۾ ڪنوڻ ڪجڪو ڪيو. اونداهي جي پڙن کي ڏاهينديون روشنيءَ جون لهرون مختلف رنگ ٻڌائينديون اڳتي وڌيون ڳلابي... ڳاڙهيون... ڪاريون... اڇيون

هڪ لهر وڌڻ لڳي. سندس اندر ان جي ڪرڻن جيان اجرو ٿيڻ لڳو. ڪرڻن جو رنگ ڳاڙهو هئو، ڪنهن لال ڪنوار جهڙو، ڪنهن شرميلي ونيءَ جهڙو.

هوءَ ڏسڻ لڳي پاڻ کي ڪنوار جي روپ ۾.

"سائين ايترو قرب مانکي نه ڏي جو سهي نه سگهان چري ٿي پوان..." آواز ڏڪي رهيو هو.

"چري...تون منهنجي من جي جوت آهين...منهنجي دل جو ڏيو آهين...؟ ها اڳتي مون کي ظفر چوندي ڪر ظفر..."

"نه...نه...آءٌ پانهي آهيان...تنهنجي پيرن جي خاڪ."

"شش...اهڙيون ڳالهيون نه ڪبيون آهن" سندس چپن تي آگر رکندي ساهن جي سرهاڻ ۾ ڳري آواز سان ظفر چيو هو.

هوءَ آسمان کي ڏسڻ لڳي، سرڪڻ لڳي.

"ڪيڏي نه اڪير سان، مان سان پرٽيو هو...ڪيڏو نه قرب هئس مان سان...پاڻ هجي ته هي ڪلورمان سان نه وهن ها...ڪيڏي نه هوڏ ڪان پوءِ مانسان پرٽيو هو. سندس مٽ ته صفا راضي نه هئا...پر انهن کي ته آپ گهات جي ڌمڪي ڏني هئائين. مان لاءِ ڪيڏي نه اڪير هئس ڪيڏو نه پيار...هوند تون حيات هجين ها ظفر...تو آڏو ڪوبه مان تي هٿ نه کڻي ها...نه ننڌڪي ڪري ها..." هوءَ ڀڪڻ لڳي.

ظفر جي پريت سڪان سان سچي هئي. ڪيترن نه

لوڏن ۽ طوفانن کان پوءِ، ڪيس هٿ ڪيو هئائين.

۽ پوءِ هڪ ڏينهن سڪان ماڻهُ ٻڌجي ويو.. ننڍڙي انور جي "امان ڏس ڪڪو صفا ادا جهڙو آ" رضيه جو آواز هئو.

"ها پٽ الله جو شڪر آ جو ان جئي جهڙو نه ٿيو نه ته جيڪر وٺي به ڪونه ها."

"ها امان هن ته ساڙي ڇڏيو آهي. ڪلهه نسرين آئي هئي. جڏهن خبر پيس ته ادا ظفر جي ڪنوار هي آهي ته ڏاڍو کلي. چوڻ لڳي، "ڪمال آهي هيڏي ساري جڳ مان توهان کي ٻي ڪا ڇوڪري ملي ئي ڪانه" سچ امان آءٌ ته ڏاڍي لڄي ٿيس.

"هان امان ڇا ڪجي، رنن ٽوٽا ڪري ڪٽي اسان جي ٻچي کي ڦاسايو آهي. سلم کي ٿي ڏسان ته اندر ٿو سڙيم...ڪيڏي نه آس هيم ڪيس ننهن بنائڻ جي."

ظفر جي ماءُ ٿڌو ساهه ڀريو.

مضبوط پهڻ ڪو آسانيءَ سان ڍهندو آهي؟ هنن اڄ به سڪان کي ذهني طور نه قبوليو هو. هر وقت هن کي ڌڪاريندا هئا...هيچ سمجهندا هئا. پر هي ته ظفر لاءِ ديواني هئي. ان لاءِ تہ هر ڳالهه سهي ٿي سگهي.

اڄ سندس من ماندو آهي...روح پياسو...اندر جي ڇورا ڪورا...هڪ عذاب، هڪ تڪليف محسوس ڪري رهي آهي. سندس اندر لڇي رهيو آهي...ڦٿڪي رهيو آهي. اڄ وري ڪيس پل پل پور پيا پون...اڄ

وري ڪيس خراب سپنا پيا سمجهن...

ڌپ ۽ ڌهڪاءَ کان رڙيون ڪرڻ لڳي اڄ وري ڪيس آسمان اونداهون لڳي رهيو آهي... ڳڳهه اونداهون. هڪ تارو به ان ۾ ٽمڪي نه رهيو آهي. سندس اکيون ٻوٽيل آهن...انيڪ رنگ پوريل اکين سان ڏسي رهي آهي...

گلابي... ڳاڙها...ڪارا...اڇا...

اڄ سندس نيڻن جو مرڪز ڪارو رنگ آهي. ٻوائتو رنگ، ڪنهن ڏکويل ڏهاڳڻ جهڙو...سندس اکين اڳيان، سندس نئي روپ آهي. بي وس لاچار...عورتن جي وچ ۾ ويٺل، اکين جا لڙڪ اوچتي ڏک سبيان سڪي ويا اٿس.

”اهي چوڙيون ته پچوس!“ خبر ناهي ڪنهن جو آواز...ڪيترا هٿ سندس ٻانهن ڏانهن وڌيا. ڳاڙهيون ڳاڙهيون چمڪندڙ چوڙيون...نازڪ ٻانهن ۾ جهولي رهيون آهن ”چٽاڪ“ هڪ مک سان سندس چوڙيون سندس دل جيان پرزا پرزا ٿي ويون...ڳاڙهو ڳاڙهو رت نازڪ هٿ منجهان وهڻ لڳو.

”نه...نه“ هو چرڪي پئي.

”هنن کي نه پچو...هنن کي نه پچو...مانهنجي ظفر جي نشاني.“

نهيل بند، پچي پيو. پاڻي زوزات ڪندو اڳتي وڌيو. هوءَ ڏسڪڻ لڳي...روئڻ لڳي.

”ڏاڻ منهنجي پٽ کي گهي وئي...“ ظفر جي ماءُ جو آواز هو.
”هاءِ...انهن تعويزن ٿي ته منهنجي پُٽ کي بيوقتو ماريو.“ رضيه چئي رهي هئي. ۽ هيءَ...؟ خالي نيڻ ساڻ سپن کي تڪي رهي هئي.
۽ پوءِ هڪ ڏينهن...
”ظفر...ڏس تنهنجو انو توکي ڪيڏو نه پيو ساري ڪيڏو نه پيو سڏي...پر تون ايترو بي رحم ڇو ٿي ويو آهين،...ايترو ظالم ڇو ٿي ويو آهين!“
آواز پرجڻ لڳو...نڙي ڪڙي ٿيڻ لڳي. هٿ ڏڪڻ لڳا...ظفر جي تصوير سندس هٿن مان ڇڏائجي وئي.
”رن...ڏاڻ...ادي کي گهڻ ڪانپوءِ به توکي سڪ نه آيو ڪيڏي نه نمڪ حرام آهين...هن گهر جو نمڪ کائين هن گهر کي ئي پٺي ڏنب ڏين...“ رضيه واڪا ڪري روئڻ لڳي... ”امان هن رن اسان جي پاءُ کي ته اسان کان کسيو پر هاڻي ان جو فوٽو به نه ٿي سهي.“
زٽ...زٽ...ٺ ٿي چماٽون سڪان جي ڳلن تي پيون.
”نڪري وڃ هتان...هلي وڃ. تنهنجي ڪا به ضرورت ڪونهي. اسان جي ٻچي جي قاتل! اسان کي تنهنجي شڪل به نٿي وڻي.“ چماٽن جي ڏڪن کان لفظن جا ڏڪ وڌيڪ ڳرا هئا.
۽ پوءِ سڪان کي گهر مان لوڏيو ويو.
”مانهنجو انو ته مان کي ڏيو...“ هن جي نڙي پرجڻ لڳي.
”هـل ڙي هـل ڪهڙو منهنجـي پـاءُ جـو قدر

ڪيئن جو هن جو به ڪنديئن.“ هوءَ هارايل جواريءَ جيان گهر واپس آئي لڇندي، ڦٿڪندي، روئندي رڙندي.

وقت هلي رهيو آهي تيھ سال سندس پيرن هيٺان چيپاتجي چڪا آهن.

انو هن وقت هڪ ڪامياب وڪيل آهي پر هيءَ اڄ به اداس آهي. سندس من گهائل گهائل. جيون جي ڪوڙي ساز تي گهلبو گيندڙ بو اڳتي وڌي رهيو آهي هڪ انت ڏانهن هڪ ڏوراهين منزل ڏانهن...

...سندس سرير سنڌ سنڌ پيڙا لڙهي رهيو آ دردن جي سمونڊ ۾ لڙڪن جي ساگر ۾ ۽ هيءَ لڙهي رهي آهي لسي رهي آهي هڪ سڪل پن جيان جنهن جي ڪا منزل ڪو ماڳ ڪونهي. رات جي اونداهيءَ ۾ سمورو جڳ اگهور ننڊ ۾ ستل آهي پر هيءَ جاڳي رهي آهي. سندس من ۾ آنڌ مانڌ آهي بيچيني آهي. ڪيس پاسي رهيو آهي ته اڄ به رات هن لاءِ اڪري آهي...چنڊ اونداهون آهي. ڪڪرن جا اڪٽ انبار ان مٿان ڇانيل آهن، جن کي هوا جي ڪا به لهر لوڏي نه ٿي سگهي. چنڊ اداس آهي، چنڊ ڪارانيل آهي بلڪل سندس من جيان جنهن تي ڏکن جا اڪٽ انبار ڇانيل آهن. هوءَ ڪاري ڪاري ڪڪرن پريل آسمان کي تڪي رهي آهي آڪاس جي پکڙيل اونداهي مان ڪي يادگيريون چونڊي رهي آهي.

اڄهو هيٺنر هن اڪيون پوتيون...ڪجهه ترورا مختلف

رنگ بہ ٿيندا سندس اکين اڳيان نچڻ لڳا.

گلابي... ڳاڙها... ڪارا... اڇا.

هڪ ترورو وڌيو... وڌڻ لڳو... پکڙجڻ لڳو. سندس رنگ چٽو ٿيڻ لڳو. هوءَ غور سان ان رنگ کي ڏسڻ لڳي. اڇو... اڇو... پاڪ ۽ پوتر رنگ. ماڻهن جي سکڻي جهوليءَ جيان... سندس چپ لڏي رهيا آهن دردن جا پکيئڙا سندس گهنجيل منهن ۾ آکيرا اڏي رهيا آهن. هوءَ پٽڪي زهي آهي. جن ماڻهن ڏک ڏنو، الله ڪندو تہ اهي بہ سک ڪين لهندا... جن ماڻهن ۽ مانهنجي انوءَ کي روئاڙيو. انو تون گهبراءِ نہ... آءُ توکي آزاد ڪرائيندس. آءُ گورنر ڏي تار ڪنديس... هو ضرور مانهنجو فيصلو ڪندو.



## امرت منجهه ڪڙاڻ

عورت جنم جنم کان مرد کي محبت جو امرت پياريندي اچي. پر مرد سندس محبت کي پنهنجي پيرن تي پيل رستي جي ڌوڙ سمجهي چنبڙيندو آيو آهي. عورت وٽ سندس اکين ۾ ڪنڊريل جنمن جا لڙڪ آهن. ڪوڙا، کارا، ڪسارا ۽ زهريلا لڙڪ. امرت اچي ٿي پر موٽ ۾ ڪڙاڻ ٿي مليس. ته پوءِ وٽس ڏيڻ لاءِ ڇا آهي؟ امرت يا ڪڙاڻ...يا ٻئي؟

هڪ هوٽل جو ڏيک. وايو منڊل ۾ جهيڻي جهيڻي روشني...ڊيمو ڊيموسنگيت...انوکي سڳنڌ چوطرف پکڙيل... بلڪل خواب سمان.

زمين تي ميرانجهڙي رنگ جو نرم نرم غاليچو، جن تي ڳاڙهين فوم جي ڪرسين جا جهڳٽا، فارميڪا جي اڇين سنواريل ٽيبلن جي چوگرد، ٽيبلين مٿان چيني جون پليٽون، چمچا، ڪانٽا ۽ ڇريون. وچ تي سهڻا گلاس جن ۾ پيل اڇا نيپڪنس، ڪمان پيا ڏين موتئي جي سهڻن گلن جو. پاسن کان شيشي جون دريون جن تي گلابي ليس پيس جا سهڻا پڙدا پيل. درين جي هن پار سمنڊ جون لهرون. ائين، جيئن پرڏيهه کان آيل پرين جي پيرن چھڻ لاءِ آئيون هجن، پر جڏهن پرين نه ملي ته مايوس ٿي واپس ورن. ڪنڊن تي سهڻا سهڻا گلدان، رنگ برنگي گلن سان. ڳاڙها، پيلا، اڇا، واڱڻائي، ساوا، نيلا — قسمين قسمين گل قسمين قسمين ماڻهن جيان. ڪي ٻه ته ڪي ٽي ٽي ڪي هيڪلا ته ڪي چار چار — ڪي چپ چاپ ته ڪي ڳالهائڻ ۾—ڪن جي مک تي آداسي ته ڪن جي مک تي خوشي. هرڪو پنهنجي ۾—

ڪٿ مرڪ، ڪٿ سرگوشيون ۽ ڪٿ ڪٿ
هلڪا ٽهڪ. ڪنڊ واري پاسي کان هڪ عورت ويٺل.
ان سان گڏ ۾ مرد. عورت سرمئي رنگ جي ساڙهيءَ
۾ — مک تي مرڪ — اکين ۾ چمڪ. انيڪ جيئن،
سڀ ڪجهه پاڻي چڪي هجي. انهن جي سچي هٿ
تي مرد اڌڙوٽ عمر جا. هڪ جون نظرون ور ور ڪيو
ويٺل عورت ڏانهن پيون کڄن.

ٻئي پاسي هڪ مرد سگريٽ پيئڻ ۾ مصروف.
هيڪلو هيڪلو شايد ڪنهن جي اوسيئڙي ۾! ان جي
ڀر پاسي کان اوريان هڪ جوڙو — ٻئي پريشان. عورت
چپ چاپ. مرد جي هٿ ۾ سگريٽ پنج سو پنجونجاه جو.

انهن جي پريان هوءَ به ويٺي آهي. هيڪلي، نيڻ
سندس ڪنهن جي ڳولا ۾. ور ور ڪري نهاري پئي ڪڏهن
در ڏانهن ته ڪڏهن واچ ڏانهن. اجهو نهار واچ ڏانهن.
سئي چري پئي ڳرين ڳرين وکن سان. سيڪنڊ سيڪنڊ
چئي ڪلاڪ — ڪلاڪ.

”اڃان نه آيو؟“ من ۾ ويچار.

”رڪشا ڪانه ملي هوندس!!“ من کي آٿت.

پرس کوليائين. گولڊ ليف جو هڪ پئڪيٽ.

سگريٽ ڪڍي ان کي دکايائين. ٻوڪ ڀري سهڻن
ڳاڙهاڻي رنگ جي چپن کي گولائيءَ ۾ آڻي دونهون
ڪڍيائين، ”مزو اچي ويو.“ من ۾ ڳالهائڻ. پنبڻيون
بند ڪري اونهون ساهه کڻڻ — اکيون کولڻ — سگريٽ

کي مرڪي پسڻ... ”سڻو ساٿي آ... سندس سرهاڻ مان اٿين ڀاسندو اٿم ڄڻ ظفر گڏ هجيم. ڪيڏي نه مورک آهيان مان به، ڪوڙا دلبا ڏئي ٺڳي من پرچايان آخر ڪيان به ڇا؟ جيون ته گهارڻو آ نه.“ سگريٽ جي رک، ايش ٽري ۾ اڇلڻ.

اک ٽيڏي ڪري ڀاسي ڪان ويٺل جوڙي کي ڏسڻ. عورت جي مک تي پريت جا موتي اطميناں جون لهرون. مرد جي اکين ۾ پيار جا ڀاچولا.

”ڪيڏي نه خوش نصيب آ.“ ريس آيس، ”پر ضروري ته نه آهي سندن پيار ڪامياب ٿئي!؟“ پاڻ کي دلاسو ڏيڻ.

”شروع ۾ آءٌ به، اٿين هوندي هيس. پاڻ کي ڪيترو نه خوش نصيب سمجهندي هيس. منهنجي مک تي به پريت جا موتي هوندا هئا، اطميناں جون لهرون. ها... اهي به ڏينهن هئا.“

ڇپن تـي گم ٽيل مرڪ... اکين ۾ ماضيءَ جا ڪرڻا...

يونيورسٽيءَ جي زندگي... چوطرف هل هنگاما پر هڪ پنهنجين ڪارين واري سهڻي سندر ناري. نيڻ ڪنورڻ ۾ جيون جي جوت جلايو پنهنجيءَ دنيا ۾ گم.

بس. صبح ڊپارٽمينٽ اچڻ، ڪلاسز اٽينڊ ڪرڻ ۽ واپس ورڻ... پر هڪ ڏينهن سهڻي سندر ناريءَ پنهنجي من ۾ آنڌ مانڌ محسوس ڪئي... گهبرائجي مـن اندر لياڪو پاتائين. اڙي هي ڇا؟

نيل گگن جو هڪ شهزادو دل جي درين کان ٽپو
ماري من اندر ويٺو هو.

ڪوشش ته گهڻي ڪيائين ان کي ٻاهر ڪڍڻ جي
پر شهزادو نه مڙيو ڇي، "آءُ ته هتان ڪونه ويندس."
سندر ناري پريشان ٿي ڏسڪڻ لڳي... شهزادي وڏي
اچي سندس ڳلن تان ڳوڙها اگهيا. چي، "سندر ناري
تون ڇو ٿي ڊڄين آءُ ته تنهنجو ساٿ ڏيڻ آيو آهيان.
جيون جو هيءُ بوجهه تون هيڪلي ته ڪانه کڻي سگهندينءَ؟"

سندر ناري چپ ٿي وئي، ڪيس ڳالهه سمجهه ۾ اچي
وئي ۽ پوءِ سندس ڪيتريون شامون شهزاديءَ سان
ڪڏ گذريون.

اها به بسنت رت جي هڪ شام هئي. سورج ديوتا
پنهنجي ڏينهن جو سفر پورو ڪري گهر جي در تائين
پهچي چڪو هو. رستي جي پاسن کان بيٺل سرهه جي
ساون وڻن جون لامون هٿ لوڏي کيس خدا حافظ چئي
رهيون هيون ۽ سونهري گلن جي ورکا ڪري رهيون
هيون. گلن جي سڳنڌ سرهاڻ سان سمورو وايو منڊل
واسجي ويو هو.

انهي ئي سمي، سندر ناري ۽ نيل گگن جو شهزادو،
هٿ ۾ هٿ ڏيئي قرب جي ڪچهري ڪندا پريت جي
دنيا ڏانهن وڏي رهيا هئا.

"سندر ناري." شهزادي سرهاڻ ڪيو.

"جي." سندر ناريءَ جو لهجو ڏيمو ۽ قرب پريو هو.

"دل تي چئي، اهڙي جاءِ تـي هلون، جت تون هجين ۽ مان هجان ۽ توکي سامهون ويهاري توکي ڏسندو رهـان... تنهنجين سهڻين اکين ۾ پنهنجو روپ پسندو رهان، هلنديئن ءَ؟"

"هن وقت." سندر ناريءَ جي آواز ۾ حيرت.

"ها، ها."

"ڪافي دير ٿي وئي آ."

"نہ... نہ اطمينان رکـ جلدي موٽي اينداسين." شهزادي دلاسو ڏنس.

۽ پوءِ سندر ناري رات جي اونداهيءَ ۾ شهزادي سان هلي وئي. رات جي ڪارنهن سندس پاند تي لينگها لائي ڇڏيا — صبح جو سوجهرو ٿيو. سندر ناري روئڻ لـڳي. سندس نيڻن مان نير وهڻ لـڳا تان جـو سندس پاند ۾ آلو ٿي ويو پر وري بہ لينگهو نہ لٿو.

"هاڻي ڇا ٿيندو شهزادا؟" سندر ناريءَ جي لهجي ۾ ڊپ ۽ ڏهڪاءُ هئو.

"گهٻراءِ نہ راڻي پاڻ تہ اڳين جيون کان ساٿي آهيون اسان جو سنبنڌ اٽوٽ آهي."

پر شهزادي جا اهي لفظ ڇڻ ڌرتيءَ جـي ڌوڙ ۾ گم ٿي ويا، ۽ سندس پريت جو بندڻ هڪ پل ۾ ٽٽي پيو ۽ شهزادو هليو ويـو. ڏور ڪنهن آسماني اپسرا جي تـلاش ۾ - ۽ سندر ناري روئندي رهجي وئـي.

ويچاري ڪري به چا ها؟ هاڻ ته هن وٽ ڪجهه به ڪين رهيو هو. ڪي به ڪين.

... ... ...

سگريٽ جلڻ لڳو... جلڻ لڳو تان جو تپ تائين وڃي پهتو. ان جي چٽنگ سندس آڱريون جلائڻ لڳي. تپش جي ڪري چڻ اونهي سپني مان سجاڳ ٿي.
”اوهه هي ته سڄو جلي ويو. تپ ڪي ائش ٽري ۾ اڇلائڻ. تائم ڏسڻ.
”اڇا نه آيو!“ پيهر نئون سگريٽ جلائڻ. هڪ سوٽو هڻڻ. دونهون وات مان ٻاهر ڪڍڻ. سگريٽ ڏانهن نهارڻ.
”ويچارو رات ڏيهن جلندو ڏي رهي ٿو. بلڪل مون جيان هڪ ڏينهن آءُ به جلندي ائين فنا ٿي ويندس پوءِ تپ جيان مون ڪي به ايش ٽري جهڙي قبر ۾ اڇلي ڇڏيندا.“
”شايد ات ڪجهه سڪون مليم.“ وري در ڏانهن نهاره هڪ جوڙي جو اندر داخل ٿيڻ — عورت جي مک تي پختگي — مرد جي مک تي معصوميت — ڪيڏي ڪيڏي مهل ڏهڪاءُ: ”نئون شڪار تو پانئجي تڏهن ته ايترو هيسيل پيو لڳي. ٻاٿهي سڌري ويندو. مرد ذات ته هونديئي خراب آ. ڪو اعتبار ڪونهي ته ڪڏهن

بدلجي وڃن. سندن بدلجڻ کان بهتر آ پاڻ بدلجي وڃجي. مائي سنو پئي ڪري ... پاڻ اسان کي بيوقوف بنائن، باقي، اسان کين ڇڏي ڏيون! !"... خيال ذهن ۾ ڊوڙڻ لڳس شايد وساري ڇڏيو هئين: عورت ته هڪ ڪئني جيان آهي جنهن سان جيڪڏهن ديگڙو ٽڪريو ته به کيس ڇيهو، جي پاڻ ديگڙي سان ٽڪربي ته به کيس نقصان.

"آءٌ به کيس بيوقوف بنائيندس، ساڙيندس." منهن تي نفرت جون ريکائون ڊوڙڻ لڳس. پيهر پنتي ورڻ لڳي. ان وقت ڏانهن جڏهن نيل گگن جو شهزادو، پنهنجا سمورا ناتا ۽ بندڻ ٽوڙي، سندر ناريءَ کي ڇڏي آسماني اپسرا جي تلاش ۾ هليو ويو تڏهن سندر ناري چڻ ته چري ٿي پئي. طرح طرح جا خيال سندس ذهن ۾ ڊوڙڻ لڳا.

"آءٌ هن کان بدلو وٺنديس." هڪ ڏينهن هن سوچيو.

"کيس ساڙيندس." نفرت وچان سندس مٺيون پڪيوڙجي ويون. "هونئن به ته بدنام ٿي وئي آهيان باقي هاڻي ڪهڙو پيو!؟"

ان بعد ماڻهن کيس هڪ پئي شهزادي سان ڏٺو.

پهرين شهزادي کي جڏهن چاڻ پئي ته سندر ناريءَ تي ڪاوڙيو پر سندر ناريءَ کي چڻ سڪون ملي رهيو هو. "هون! اسان کي اباڻي ملڪيت ٿا سمجهن." نفرت وچان سوچ. ڪن ڏينهن کان پوءِ هن ان شهزادي جو

ٻ ساٿ ڇڏيو، هاڻ وري سندر ناريءَ کي هڪ راڄا هٿ لڳو... پر ان جو ٻ ساٿ هو ڏئي نہ سگهي.

ٻ هن وقت سندر ناري هڪ مينڌري جي اوسيئڙي ۾ ويٺي آهي. ٿي سگهي ٿو ڪن ڏينهن کان پوءِ ڪيس ٻ ڇڏي ڏي!!

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڑھندڙ نَسل (پَـنَ) کا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو کـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بيـن لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪـن آهي تـہ ڪي ڪم اُجرتـي بنيـادن تـي بـہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻَ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو بيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمـائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٺاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گـيـتَ بہِ ڄـڻ گـوريـلا آهــن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هـو بـوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريـتـيءَ تـي راتـاهـا ڪــن ٿـا، موتـي مَنجهہِ پـهـاڙ ڇُـپـن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄـڪـلـهہ نـيـلا پـيـلا آهـن؛

گـيـتَ بہِ ڄـڻ گـوريـلا آهــن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)